ڪتاب جو نالو: قلندر لعل سيوهاڻي

مصنف جو نالو: ڊاڪٽر نواز علي شوق

ڇاپو پهريون: جولاءِ 2012ع

ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي

ڇپائيندڙ: عبدالعزيز عقيلي، سيڪريٽري ثقافت کاتو حڪومت سنڌ.

قيمت: 120/- رپيا

ملڻ جو هنڌ:

**ثقافت کاتو ڪتاب گهر**

سامهون ايم.پي.اي هاسٽل، سر غلام حسين هدايت الله روڊ،

ڪراچي- 74400، سنڌ.

فون: 021-99206073

# فهرست


پبلشر نوٽ 05

مهاڳ 07

1. قلندر شهبازؒ جي دؤر جو تاريخي پسمنظر 09

2. قلندر شهبازؒ جي مختصر سوانح 33

3. قلندر شهبازؒ جا سهيوڳي 39

4. قلندري مشرب تي هڪ نظر 55

5. صوفي سڳورا ۽ سماع 57

6. قلندر شهبازؒ جي چونڊ شاعري 75

7. منظوم نذرانهٔ عقيدت 95

# پبلشر نوٽ

ثقافت کاتي جي وزير محترمہ سسئي پليجو جي ذاتي دلچسپيءَ
ڪري پوين ڇهن سالن کان ثقافت کاتو قلندر لعل شهباز جي عرس
مبارڪ جي موقعي تي ملڪي سطح جي ڪانفرنس ڪرائيندو آيو
آهي. هن کان اڳ ضلعي انتظاميہ کي ادبي ڪانفرنس وغيره لاءِ گرانٽ
ڏني ويندي هئي، جيڪا ايامن کان ان سلسلي کي قائم رکندي پئي
آئي. اهڙيءَ ريت پهريون ڀيرو قلندر لعل شهباز جي زندگي، فڪر ۽
فلسفي تي ڪتاب ڇپائڻ جو سلسلو پڻ شروع ڪيو ويو آهي. قلندر
لعل شهباز جي تعليمات تي تحقيق ۽ ان جي ڦهلاءَ جي تمام گهڻي
ضرورت آهي، ڇو تہ سندس تعليمات ۾ عالمي ڀائپي ۽ انسان دوستيءَ
جو درس ملي ٿو. هن دؤر ۾ جڏهن دهشتگردي، تشدد، انسان دشمني ۽
بدامني چوٽ چڙهي چُڪي آهي ۽ نسل پرستي، فرقي واريت وڻ
ويڙهيءَ وانگر ڦلهجي رهي آهي؛ اهڙين حالتن ۾ انسان دوست بزرگن
جي پيغام کي ڦهلائڻ ۽ سمجهائڻ جي ضرورت تهائين وڌي وڃي ٿي.
ثقافت کاتو حڪومت سنڌ ان ضرورت جي پورائيءَ لاءِ هر لحاظ کان
ڪوششون ڪري رهيو آهي.

هي ڪتاب حضرت شهباز قلندر جي دور جي تاريخي پسمنظر،
سندس حياتي ۽ قلندري مشرب ۽ صوفياڻي طريقي تي سنڌ جي
ناميا ري عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نواز علي شوق جي لکيل مضمونن جو
مجموعو آهي. ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب ۾ صوفي سڳورن جي سماع

۾ قلندر شهباز جي چونڊ شاعريءَ کي بہ سمايو آهي، جنهن سان ڪتاب جي اهميت ۾ اضافو ٿيو آهي.

محترمہ سسئي پليجو صاحبہ پنهنجي وزارت جي شروعات کان ئي گهڻي دلچسپيءَ سان ڪتابن جي اشاعت ۾ رهنمائي ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ اسان 142 ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪري نہ صرف سنڌي ادب جي خزاني ۾ واڌارو ڪيو پر کاتي جي چاليهن سالن جو رڪارڊ صرف ٽن سالن ۾ پورو ڪيو. انهيءَ شاندار ڪارڪردگيءَ تي محترمہ سسئي پليجو صاحبہ جَسُ لهڻي. ايڊيشنل سيڪريٽري سيد اشفاق حسين موسويءَ ۽ ڊائريڪٽر جنرل ڪلچر رفيق احمد ٻرڙو بہ اشاعتي سلسلي ۾ پنهنجي ڪوشش جو حصو ونديو ۽ لعل شهباز جي ڇپجندڙ ڪتابن بابت مختلف مرحلن تي اسان جي مدد ڪئي، جنهن لاءِ اُهي جس لهڻن.

عبدالعزيز عقيلي
سيڪريٽري
ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

20 جون 2012ع

# پراڪر

هيءُ حقيقت آهي تہ حضرت قلندر شهبازؒ جي سوانح ۽ سندن فڪر بابت مستند نموني تحقيق ڪانہ ٿي آهي. سنڌي، اردو ۽ انگريزي ۾ جيڪي بہ ڪتاب لکيا ويا آهن، تن ۾ عقيدت گهڻي، پر حقيقت تمام ٿوري نظر ايندي. عقيدت ۾ تہ گهڻو ڪجھ چئي سگهجي ٿو. تنهن ڪري بغير تحقيق عقيدت منديءَ ۾ گهڻو ڪجھ لکيو ويو آهي. بيو تہ ڇپيل ڪتابن ۽ مقالن ۾ بہ ورجاءُ گهڻو آهي. ساڳيون ڳالهيون گهٽائي پيرا لکيون ويون آهن.

تحقيق جو اهو عالم آهي جو قلندر شهبازؒ جي ولادت واري هنڌ، ولادت جي تاريخ ۽ وفات جي تاريخ بابت بہ محقق متفق نہ آهن. پڙهندڙ مُنجهي پون ٿا تہ صحيح هنڌ ڪهڙو ۽ ولادت جي صحيح تاريخ ڪهڙي آهي. سندن سير سفر بابت بہ محققن جا مختلف رايا آهن. اسان جا محقق ان ڳالهہ تي بہ متفق نہ آهن تہ لعل شهبازؒ سيوهڻ شريف ۾ ڪيترو عرصو رهيو. ساڳيو حال سندن شاعريءَ متعلق آهي. 'عثمان' 'قلندر' ۽ 'راجا' جي تخلص وارو ڪلام بہ قلندر شهبازؒ جي نالي منسوب ڪيو ويو آهي. ڪن محققن جي راءِ آهي تہ، 'راجا' تخلص واري شاعري مشهور صوفي بزرگ راجو قتال جي آهي. 'عثمان' ۽ 'قلندر' تخلص واري شاعريءَ بابت بہ ڪا مستند روايت موجود نہ آهي. ڪيترائي اديب بغير تحقيق جي قلندر شهبازؒ جي شاعريءَ تي مقالا لکي رهيا آهن. ۽ ڪتاب ڇپرائي رهيا آهن، جيڪي غلطين سان پريل آهن. ڪجھ ڪلام اهڙو بہ نظر ايندو، جيڪو بحر وزن تي پورو نہ ٿو بيهي. لعل شهبازؒ جي فارسي ڪلام جا سنڌي ترجما بہ گهڻي ڀاڱي ناقص آهن.

مون پنهنجي هن مقالي ۾ لعل شهبازؒ ڏانهن منسوب ٿيل شاعريءَ جو انتخاب ڏنو آهي. ان ڪان علاوه سنڌي شاعرن جو چونڊ ڪلام ڏنو آهي،

جن قلندر شهبازؒ سان پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

قلندر شهبازؒ پنهنجو وطن ڇو ڇڏيو؟ ان بابت ٻه اسان جي عالمن تمام گهڻ لکيو آهي. تنهن ڪري مون پنهنجي هن ڪتاب ۾ سڀ کان پهرين قلندر شهباز جي دؤر جو تاريخي پس منظر پيش ڪيو آهي، جنهن مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي تہ لعل شهبازؒ حالتون ناسازگار هئڻ سبب پنهنجو وطن ڇڏيو.

جيئن تہ قلندر شهبازؒ جو رقص ۽ سماع سان شوق هو. سندن هڪ غزل جو رديف ئي آهي. 'مي رقصم' يعني مان نچان ٿو. تنهن ڪري، مون صوفي سڳورن جي رقص ۽ سماع واري ذوق شوق تي ڪجهہ روشني وڌي آهي. ان کان علاوه لعل شهبازؒ جي سهيوڳي (همعصر) عالمن ۽ صوفي بزرگن بابت پڻ ڪجهہ معلومات ڏني آهي.

بهرحال مون اها ڪوشش ڪئي آهي تہ، پڙهندڙن کي ڪجهہ نئون مواد ڏنو وڃي. ان ۾ ڪيتري ڪاميابي حاصل ٿي آهي. اهو فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪري سگهن ٿا.

آخر ۾ مان ثقافت کاتي جي صوبائي وزير محترمہ سسئي پليجو صاحبہ، محترم عبدالعزيز عقيلي صاحب سيڪريٽري ثقافت ۽ جناب رفيق احمد ٻرڙو صاحب، ڊي جي ثقافت حڪومتِ سنڌ جو دل جي گهراين سان ٿورائتو آهيان، جن منهنجي هن عقيدت ۽ پيار جي پورهيي کي ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو.

ڪراچي،
18 جون، 2012ع

نواز علي شوق
پروفيسر ايڊوائيزر
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر

# قلندر شهباز جي دور جو تاريخي پس منظر

## تاتاري حملا ۽ انهن جا سبب

ستين صدي هجريءَ ۾ اسلامي دنيا کي جيڪو نقصان پهتو ۽ تباهي ۽ بربادي ٿي، ان جو دنيا جي تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. اهو تاتارين جو حملو هو جيڪو هڪ تباهه ڪُن طوفان وانگر اوير کان آيو ۽ سڄي اسلامي دنيا کي وڪوڙي ويو.

ان منحوس واقعي جو سبب ان وقت جي حڪمران علاؤالدين محمد خوارزم شاهه جي هڪ غلطي ۽ بي تدبيري هئي، جنهن پهريائين انهن تاتاري واپارين کي قتل ڪرايو جيڪي انهيءَ ملڪ ۾ واپار سانگي آيا هئا. جڏهن چنگيز خان ان جو سبب معلوم ڪرڻ لاءِ پنهنجو هڪ سفير موڪليو ته خوارزم شاهه ان کي به مارائي ڇڏيو. جنهن تي تاتاري خاقان چنگيز خان کي ڏاڍي ڪاوڙ آئي ۽ هن خوارزم شاهي سلطنت ۽ پوءِ ساري اسلامي دنيا تي ڀرپور حملو ڪيو.

جيڪڏهن غور سان ڏٺو وڃي ته اهو ڦهري واقعو اوچتو پيش نه آيو پر پس منظر ۾ ڪي ٻيا به تاريخي سبب هئا. ان لاءِ ان وقت جي اسلامي حڪومتن، اهم تمدني مرڪزن ۽ اسلامي معاشري تي نگاهه وجهڻ سان ڪي حقيقتون آڏو اينديون.

سلطان صلاح الدين ايوبي جي وفات (589ھ) کان پوءِ سندس وِشال ۽ شاهوڪار سلطنت سندس اولاد ۽ خاندان جي اميرن ۾ ورهائجي وئي. پر اهي صحيح جانشين ثابت نہ ٿيا. ڪافي عرصي تائين هو هڪ ٻئي خلاف جنگيون وڙهندا رهيا. ڪن موقعن تي تہ ڪن اميرن پنهنجن ئي ڀائرن ۽ خاندان وارن جي خلاف صليبي حڪمرانن کان مدد ورتي. ان طوائف الملوڪي، خانداني جهيڙن ۽ گهرو لڙاين سبب سلطنت ۾ سياسي انتشار انتظامي ابتري ۽ اخلاقي زوال اچي چڪو هو. ماڻهو هڪ بي يقيني واري فضا ۾ زندگي گذاري رهيا هئا. صليبي ۽ فرنگي بار بار انهن اسلامي شهرن تي حملا ڪندا هئا، جيڪي سلطان صلاح الدين وڏي جدوجهد ۽ قربانين کان پوءِ عيسائين کان موٽايا هئا.

انتظامي ۽ اخلاقي ڪوتاهين ۽ بي راهہ روي جو نتيجو وبائن، موذي مرضن ۽ ڏڪار جي صورت ۾ نروار ٿيو. مصر جهڙي سرسبز ملڪ ۾، جيڪو ٻين ملڪن کي بہ اناج ڏيئي سگهيو ٿي، 597ھ ۾ چاچي ڀائٽيي ملڪ عادل ۽ ملڪ افضل جي گهرو لڙاين مصرِ کي لوڏي ڇڏيو هو. نيل نديءَ ۾ پاڻي گهٽبو نہ آيو تنهن ڪري ايڏو تہ ڏڪار پيو جو ماڻهو ماڻهوءَ جو گوشت کائڻ لڳو. ايترا تہ ماڻهو مري رهيا هئا، جو مُردَن کي ڪفن ڏيڻ بہ ممڪن نہ هو. ابو شامہ جو بيان آهي تہ: "سلطانِ مصر ملڪ العادل فقط هڪ مهيني ۾ ٻہ لک ويهہ هزار مُردن کي پنهنجي ذاتي مال مان ڪفن ڏياريو. ماڻهو ڪتا ۽ مُردا کائڻ لڳا. اها ڳالهہ ايڏي تہ عام ٿي وئي جو ماڻهو ان عمل کي

ڪوبہ عيب نہ سمجهندا هئا.“ مشهور مؤرخ ابن ڪثير پنهنجي ڪتاب ”البداية والنهاية“ جي جلد 13 ۾ لکيو آهي تہ ”جڏهن ڪاٺ لاءِ معصوم ٻارن ۽ ننڍي عمر وارا ڇوڪرا نہ رهيا، تہ جيڪو جنهن ڪان ڏاڍو هوندو هو سو هيٺي کي کُهي ڪائي ڇڏيندو هو. فقيرن کي خيرات جي بهاني گهرائي ذبح ڪري ڪائي ڇڏيندا هئا. مڙس پنهنجي زال کي کُهي ڪائي ڇڏيندو هو. حڪيمن کي علاج جي بهاني گهرائي ذبح ڪيو ويندو هو. اهڙي ريت طبيب ختم ٿي ويا.“ (1)

سن 597هہ ۾ وڏو زلزلو آيو جنهن .شام، ايران، بلاد روم ۽ عراق ۾ وڏي تباهي ڪئي. ان تباهي جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ رڳو نابلس شهر ۽ ان جي آس پاس هزارين ماڻهو زلزلي ۾ دٻجي مري ويا.

هڪ طرف اهي مصيبتون هيون تہ ٻئي طرف اسلامي دنيا جي مختلف حصن ۾ خانہ جنگي ٿي رهي هئي. ڀاءُ ڀاءُ کي کُهي رهيو هو. سن 601هہ ۾ هڪ ئي خاندان جي ٻن ڄڻن قتاده حسيني، اميرِمڪ ۽ سالم حسيني اميرِ مدينہ ۾ وڏي ويڙهہ ٿي. سن 603هہ ۾ غورين ۽ خوارزم شاهين جي جنگين جو سلسلو شروع ٿيو ۽ مسلمان مسلمان کي ماريندو رهيو. هڪ پاسي اهو حال هو تہ ٻئي پاسي سن 604هہ ۾ فرنگين شام جي مختلف علائقن تي حملا شروع ڪيا. سن 607هہ ۾ جزيره (2) جي مسلمان حاڪمن فرنگين سان سازش ڪئي ۽ 616 هہ ۾ فرنگين مصر جي شهر دمياده تي قبضو ڪيو. جيڪو فوجي ۽ دفاعي حيثيت سان اهميت وارو هو.

خلافت جي مرڪز دارالسلام بغداد ۾ سلطنت جا ٺاٺ باٺ عروج تي هئا. خليفن جا منظورِنظر ڏينهون ڏينهن ترقي ڪري رهيا هئا, جيڪي ماڻهو غلام جي حيثيت سان خلافت ۾ داخل ٿيا هئا, سي فراش، ساقي ۽ توشاخاني جي عهدن تي فائز هئا. ان جو اندازو هڪ ئي مثال مان لڳائي سگهجي ٿو ته خليفي الظاهر جي زرخريد علاؤالدين الطبرسي جي ساليانه آمدني ٽيهه لک دينار هئي. بغداد ۾ هن جو شاندار محل هو. اهڙو ئي حال مجاهدالدين ايبڪ المستنصري جي مال ملڪيت جو هو. هنن پنهنجين نياڻين ۽ پٽن جي شاديءَ ۾ جيڪو ڏاج ڏنو سوڪڙيون پاڪڙيون ڏنيون, تن جو احوال پڙهي عقل دنگ رهجي وڃي ٿو. مجاهدالدين کي هڪ جاگير مليل هئي، جنهن جي ساليانه آمدني پنج لک دينار هئي. السلاح عبدالغني بن فاخرفراش جيڪو صفا اڻ پڙهيل هو مگر شاهاڻي زندگي گذاري رهيو هو. ان جي پيٽ ۾ عباسي سلطنت جي سڀ کان وڏي مدرسي المستنصريه جي وڏن وڏن عالمن کي ماهوار ٻارهن دينار پگهار ڏنو ويندو هو. انهن جي پيٽ ۾ عباسي دور جي هڪ امير الشرابي جي هڪ نوڪر, هڪ امير جي شاديءَ ۾ چار هزار دينار خرچ ڪري ڇڏيا. موصل مان سوکڙي طور ڏيڻ لاءِ هڪ پکي گهرايو ويو جنهن جي قيمت ٽي هزار دينار الشرابي ڏنا هئا.

شان ۽ شوڪت ڏيکارڻ لاءِ عيد ۽ جانشيني جي موقعي تي بغداد ۾ جيڪي جلوس نڪرندا هئا, تن ۾ شهر جا سڀ ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا ۽ انهيءَ تماشي ۾ هو سڀ ڪجهه وساري ويهندا هئا. ان حد

تائين جو نمازون قضا ٿي ويندي يون هيون. ان ڳالھ جو اندازو هن واقعي مان لڳائي سگهجي ٿو. سن 640ھ ۾ عيد جي موقعي تي جيڪو بادشاهي جلوس نڪتو سو رات جو ختم ٿيو. ماڻهن عيد جي نماز اڌ رات کان ٿورو اڳ قضا ڪري پڙهي.(3) اهڙي ريت سن 644ھ ۾ عيدالاضحيٰ جي موقعي تي بغداد جا رهواسي، خليفي جو بادشاهي جلوس ڏسڻ لاءِ شهر کان ٻاهر هليا ويا. سج لاهُو مهل واپس آيا ۽ مغرب کان ٿورو اڳ هنن عيد نماز پڙهي.

خليفي جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ وقت سندس آڏو اچي ادب سان زمين چمڻ لازمي هوندو هو. ان سان گڏوگڏ زمين تي نڪ گسائڻ پڻ ضروري هوندو هو. ماڻهو ان کي ڪو عيب نہ سمجهندا هئا. رشوت عام هوندي هئي، نڱن جون نڱيون اوج تي هيون. اخلاقي طور ڏيوالو نڪري چڪو هو. ناچڻيون ۽ ڳائڻيون عام جام هونديون هيون. اڪثر ماڻهو پئسو ڪمائڻ ۽ مال ملڪيت ٺاهڻ ۾ مصروف هوندا هئا.

انهيءَ دور ۾ تاتاري، ايران ۽ ترڪستان کي تباھ ۽ برباد ڪري رهيا هئا ۽ اسلام جي سڀ کان وڏي قلعي بغداد تي سندن نگاھ هئي. ابن ڪثير پنهنجي تاريخ الڪامل ۾ سن 626ھ جي شروعات هنن لفظن سان ڪئي آهي، ”هن هجري سن جي ابتدا هن شان سان ٿي تہ بني ايوب جا سلطان (سلطان صلاح الدين جي خاندان جا بادشاه) هڪ ٻئي سان جنگ جوٽي رهيا آهن. گاديءَ واري هنڌ بغداد ۾ اهڙو انتشار پيدا ٿيو جو 640ھ کان 643ھ تائين

اسلام جي خليفن جي قديم ۽ مسلسل معمول جي خلاف، خليفي پاران نہ حج جو انتظام ڪيو ويو ۽ نہ وري ڪعبي جو غلاف بدلايو ويو. 21 ڏينهن تائين بيت الله شريف جون ديوارون ڪليل رهيون، ماڻهن ان کي بدسوڻ سمجهيو.

سن 575هه ۾ الناصرالدين الله خلافت جي تخت تي ويٺو ڪيس 46 ورهين کان وڌيڪ لڳاتار خلافت ۽ حڪومت جو موقعو مليو ايڏو ڊگهو عرصو ڪنهن بہ عباسي خليفي کي حڪومت ڪرڻ جو نصيب نہ ٿيو. مگر هن جو دور عباسي خلافت جو تمام اونداهو دور هو. تاريخ نويسن هن تي سخت لفظن ۾ تنقيد ڪئي آهي ۽ سندس ڪُڌن ڪمن ۽ بڇڙاين جي مذمت ڪئي آهي. مورخ ابن اثير تاريخ الڪامل ۾ ڪيس هنن لفظن سان ياد ڪيو آهي:

"رعايا سان سندس سلوڪ انتهائي خراب ۽ ظالماڻو هو. سندس زماني ۾ عراق وارو ملڪ ويران ٿي ويو. ملڪ جا رهواسي مختلف شهرن ۾ ڇڙوڇڙ ٿي ڌڪا ٿاپا کائيندا رهيا. هنن انهن جون ملڪيتون ضبط ڪري ڇڏيون. سندس ڪمن ۽ ڳالهين ۾ تضاد هوندو هو. اڄ هڪ ڳالهہ ڪندو تہ سڀاڻي ان جي ابتڙ. هن جي دلچسپي رڳو تفريحي ڪمن سان هوندي هئي. هن جوان مَردي ۽ سپاهہ گريءَ لاءِ هڪ خاص پوشاڪ ايجاد ڪئي هئي، فقط اهڙن ماڻهن کي راندين ۽ سپاهہ گري جي مظاهري جي اجازت هوندي هئي. ان جو نتيجو اهو نڪتو جو عراق م پهلواني ۽ سپاهہ گري جو خاتمو ٿي ويو. خليفي جو تفريحي ڪمن سان شوق ايڏو تہ وڌي ويو هو جو

”اسلامي ملڪن جي دل ۾ سلطان محمد خوارزم شاه اورنگ شاهين تي جنگي خدا بڻيو ويٺو هو. سندس حڪومت هندستان جي سرحد کان بغداد تائين ۽ بحر خوارزم (آرال) کان خليج عجم تائين هئي. سلجوقي ترڪن کان سواءِ، جن صليبين تي فتح حاصل ڪئي هئي ۽ مصر جي سلاطين مملوڪ کي ڇڏي، جيڪي ڏينهون ڏينهن ترقي ڪري رهيا هئا، باقي ٻيون جيتريون به حڪومتون هيون، تن تي سلطان محمد خوارزم شاه جو رعب ۽ دٻدٻو هو. سلطان محمد رتبي ۾ شهنشاهه هو عباسي خليفو ناصرالدين الله کانئس ناراض هو مگر ان جي طاقت کي مڃيندو هو. بغداد جو خليفو دنياوي اقتدار کان محروم ٿي روم جي پوپ وانگر فقط دين جو هادي ۽ رهنما رهجي ويو هو. (6)

عرب تاريخ نويسن علاؤالدين محمد خوارزم شاه جي سيرت بيان ڪندي ڪنهن وڏي اخلاقي ڪمزوري يا منجهس ڪنهن ٻئي عيب هئڻ طرف اشارو ڪونه ڪيو آهي، بلڪ سندس ديندارين، خوش اعتقادي ۽ بهادري جو اعتراف ڪيو آهي. پر هيءَ به حقيقت آهي ته سندس سموريون صلاحيتون ۽ بهادريون انهن ننڍين وڏين اسلامي سلطنتن کي ختم ڪرڻ ۾ صرف ٿيون، جيڪي هن وسيع اوڀارين حصي ۾ موجود هيون. هڪ طرف ته هن سلجوقين کي سندس آخري حصي تائين ڌڪي ڇڏيو ٻئي پاسي اوير ۽ ذڪڙ ۾ هُو سدائين غورين سان وڙهندا رهيا ۽ انهن کي به هڪ محدود حصي ۾ رهڻ تي مجبور ڪري ڇڏيائين. ايران ۽ ترڪستان جي سپهه گري جو بهترين عنصر هن نه کٽندڙ جنگي سلسلي ۾ وڙهندي وڙهندي

چڪو هو. ان دور جي هڪ مؤرخ ابوالحسن خزرجي عراقين جو احوال اوريندي لکيو آهي:

”جاگيرون ۽ جائدادون حاصل ڪرڻ جو شوق وڏي وبو آهي. عام ڀلائي جي ڪمن کان ماڻهن جي نظر هٽي وئي آهي. منجهن اهڙن دنيا جي ڏنڌن جو شوق وڏي وبو آهي، جيڪي ناجائز آهن. حڪمران ظلم تي سندرو ٻڌي بيٺا آهن. سڀ ماڻهو گهٽي کان گهٽو پئسو ڪمائڻ جي فڪر ۾ آهن.“

اڳتي هلي، لکيو اٿس ته ”هيءَ صورتحال خطرناڪ آهي، سلطنت ڪفر سان ته رهي سگهي ٿي، پر ظلم سان نه ٿي رهي سگهي.“

اسلامي دنيا جي اوڀارين حصي تي خوارزم شاهي حڪومت ڪري رهيا هئا. اها وڏي شان ۽ شوڪت واري سلطنت هئي، جيڪا پنجين صدي جي آخر ۾ سلجوقي، کنڊرن تي قائم ٿي هئي. مصر، شام، عراق ۽ حجاز ۽ اتراولهه ۾ ايشياء ڪوچڪ جو مختصر سلجوقي علائقو ڌڪڻ اوير ۾ غورين جي نئين حڪومت کي ڇڏي، تقريباً سموري اسلامي دنيا خوارزم شاهين جي قبضي ۾ هئي. هن گهراڻي جو سڀ کان وڏي حوصلي ۽ همت وارو سلطان علاؤالدين محمد خوارزم شاه (596 هه – 617هه) هو جو نه فقط پنهنجي دور جو سيني کان وڏو مسلمان بادشاهه هو بلڪ پنهنجي دور جو سڀ کان سگهارو سلطان هو. هيرلڊ ليمب (H. Lamb) ڪتاب چنگيز خان ۾ لکيو آهي:

ويا هئا. تاتاري فوجون تيزيءَ سان بغداد طرف وڌي رهيون هيون. وڏي وزير ابن العلقمي جي هدايتن ۽ حڪم موجب بغداد جون فوجون گهٽايون ويون، سوارن جو انگ به گهٽائي ڏهه هزار ڪيو ويو. باقي سپاهين کي موڪل ڏني وئي ۽ انهن جا عهدا ختم ڪيا ويا. هو ويچارا غربت ۽ مسڪينيءَ سبب بازارن ۽ مسجدن جي دروازن تي پنڻ لاءِ مجبور ٿيا. اهڙو حال ڏسي شاعرن اسلام جي هن هيٺي حال تي مرثيا لکيا.(5)

مستعصم توڙي جو ذاتي طور هڪ نيڪ سيرت خليفو هو ۽ ملڪ جي ترقي ۽ خوشحالي جو خواهشمند هو. پر انهن ڏينهن ۾ وڏا فساد ٿيا، تنهن ڪري معاشري ۾ انتشار پکڙجي چڪو هو. مطلب ته ايڏا مسئلا پيدا ٿي پيا هئا، جو انهن کي منهن ڏيڻ، نئين سر اصلاح ڪرڻ ۽ رعايا ۾ نئون روح ڦوڪڻ لاءِ اهڙن ڏاهن ۽ سگهارن ماڻهن جي ضرورت هئي، جن ڪو ملڪ فتح ڪيو هجي يا ڪنهن نئين سلطنت جو بنياد رکيو هجي. فساد ان حد تائين پهچي چڪو هو جو ان جي فطري نتيجن کي روڪڻ ناممڪن هو. تنهن ڪري ان خاندان ۽ حڪومت جو زوال تاريخ ۾ ان شخص جي نالي لکيو ويو جيڪو پنهنجن گهڻن ئي اڳين حڪمرانن کان بهتر هو ۽ هن ملڪ ۾ فساد ۽ انتشار ختم ڪري هڪ خوشحال ملڪ بڻائڻ تي گهريو.

توڙي جو ان زماني ۾ ڪيترائي عالم پڙهڻ پڙهائڻ ۾ مصروف هئا. ڪي الله پاڪ جا پيارا پانها خانقاهن ۾ خلوت نشين تي وينا هئا، پر حڪمرانن ۽ شاهوڪار طبقي ۾ وڏو بگاڙ پيدا ٿي

ايرانين جو چوڻ آهي، تہ هن سڀ کان پهريائين تاتارين کي اسلامي حڪومت تي حملي ڪرڻ لاءِ متوجہ ڪيو (4) ۽ هنن کي پيغام موڪليو.

سن 622هہ ۾ الناصرالدين الله جي وفات تي ۽ مستنصر باالله (623هہ – 640هہ) سندس جانشين ٿيو. هي خليفو ديندار، پاڪباز نيڪ سيرت ۽ سهڻي اخلاق وارو ۽ وڏين خوبين جو مالڪ هو. پنهنجي اعليٰ اخلاق جي ڪري چڱ صالح خليفن جو يادگار هو. پر افسوس جو کيس سهڻو انتظام ڪرڻ ۽ سڌارا آڻڻ لاءِ گهڻو وقت ملي نہ سگهيو. 640هہ ۾ سندس وفات ٿي. کانئس پوءِ سندس فرزند مستعصم باالله خليفو ٿيو. هُو هڪ بااخلاق ۽ ديندار انسان هو. نشي پتي کان پري رهندو هو. هر مهيني سومر ۽ خميس ڏينهن ۽ رجب مهيني جا روزا رکندو هو. قرآن پاڪ جو حافظ هو ۽ نماز پابنديءَ سان پڙهندو هو. مگر حد کان وڌيڪ نرم طبيعت هو ۽ بيدار مغز بہ نہ هو. پئسي ڏوڪڙ جي معاملي ۾ ڪي قدر حريص ۽ بخيل هو.

سن 642هہ ۾ عباسي خلافت جي وڏ وزارت ابن العلقمي کي ملي. سندس پورو نالو مويدالدين ابو طالب محمد بن احمد بن علي محمد العلقمي هو. سن 655هہ ۾ بغداد ۾ شيعہ سني جهيڙا شروع ٿي ويا. شيعن جي گهرن، ايتري قدر جو ابن العلقمي جي مٽن مائٽن جي گهرن ۾ بہ ڦرلٽ ڪئي وئي. خلافت جو نظام درهم برهم ٿيڻ لڳو. انهن واقعن جي ڪري ڪاوڙ اچڻ ۽ بدلي وٺڻ جو جذبو پيدا ٿيڻ فطري ڳالهہ آهي. ان وقت توڙي جو تاتاري خطرا بغداد کي وڪوڙي

تڪجي ڇُور تي ڇڪو هو. ان زرخيز ۽ مردم خيز ملڪن جي شهرن ۽ ڳوٺن جي فضا ۾ ذهن تي هر وقت جنگ ڇانيل هوندي هئي. فتح ڪيل ملڪن جي دولت سرسبز ۽ شاداب ملڪن جي پيداوار هنرمندن ۽ ڪاريگرن جي ڪمال جي ڪري، تمدن پنهنجي انتها تي پهچي چڪو هو ۽ فراغت ۽ امارت ۽ فتوحات جا سمورا لوازمات هڪ هنڌ ڪٺا ٿي چڪا هئا. ان وقت جي تمدني خرابين ۽ ڪمزورين جو ذڪر ته انهن تاريخن ۾ ملڻ مشڪل آهي، جن جو رڳو سرڪار ۽ دربار سان واسطو هو. جيڪڏهن ڪو احوال ملي سگهيو تي ته صوفي سونهارن، مشائخن ۽ سماج سڌارڪ شخصيتن جي بيانن ۽ ملفوظات ۾ ملي سگهيو ٿي، جن جو وڏو حصو تاتاري حملن ۾ تباهه ٿي ويو. چنگيز خان جي مسيحي مورخ هيرلڊ ليمب جو بيان محض ديني تعصب ۽ مبالغو نه سمجهڻ گهرجي، هو لکي ٿو ته:

”مسلمانن جي دنيا جنگ ۽ ويڙهه جي دنيا هئي ۽ اهڙي دنيا هئي، جيڪا راڳ رنگ جي شوقين هئي. منجهن ظاهر سان گڏ باطن ۾ هڪ جوش جي ڪيفيت هر وقت ضرور رهندي هئي. بادشاهن جي جاءِ تي ٻانها ۽ غلام حڪومت ڪندا هئا. ڪين پئسو گڏ ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. اخلاقي برايون ۽ ملڪي فخر ۽ وڏائي به منجهن هئي. ملڪي انتظام اهڙن ماڻهن کي سونپيو ويو هو جيڪي رعيت کي لُٽي ۽ ڦُري رهيا هئا. عورتن جي نگهداشت ڪدڙن جي ذمي هوندي هئي ۽ ايمان جو مالڪ خدا هو.“ (7)

خوارزم شاهي بادشاهن کان هن موقعي تي اهڙي غلطي ٿي،

جهڙي اسپين جي عرب حڪمرانن ڪئي هئي. جن ڪي الاهي قانونِ مڪافات معاف نہ ڪيو. يعني هي تہ هنن پنهنجي سموري سگهہ سلطنت جون حدون وڌائڻ ۽ استحڪام ۽ مخالفن کي ڪچلڻ ۾ صرف ڪئي ۽ ان انساني آبادي ۾ جيڪا سندس سرحد سان ڳنڍيل هئي ۽ بجاءِ خود هڪ دنيا هئي. تبليغ اسلام ۽ انهن تائين خدا جو آخري پيغام پهچائڻ جو ڪو فڪر نہ ڪيو. سياسي دانائي جو ثبوت ڏيندي، هو ان وسيع انساني آباديءَ کي پنهنجو هم خيال ۽ هم آواز بنائڻ جي ڪوشش ڪري ها، تہ هُو اِن ريت هميشہ لاءِ هن خطري کان محفوظ ٿي وڃي ها، جيڪو نہ صرف ان کي پر سيني مسلمانن کي پيش آيو.

هيءَ ٿي زمانو ۽ حالتون هيون، جڏهن تاتاري شروع ۾ پنهنجي سردار ۽ قائد چنگيز خان (8) جي اڳواٽي ۾ عذابِ الاهي وانگر اسلامي دنيا جي اوڀارين حصي ايران ۽ ترڪستان طرف وڌيا. پوءِ ان بغداد جو بہ وارو آيو جنهن کي 650هہ ۾ تباهہ ۽ برباد ڪيو ويو.

ان جو اصل سبب اهو آهي تہ چنگيز خان خوارزم شاهہ کي نياپو موڪليو تہ مان بہ هڪ وڏي سلطنت جو حڪمران آهيان ۽ تون بہ هڪ وڏي سلطنت جو مالڪ آهين. بهتر آهي تہ اسان ٻنهي حڪومتن جي وچ ۾ واپاري لاڳاپا پيدا ڪيون. اسان جا واپاري بي فڪر ٿي توهان جي سلطنت ۾ وڃن ۽ هتان جي مخصوص پيداوار ۽ مال اُتي توهان جي ملڪ ۾ وڪرو ڪن ۽ توهان جا واپاري اطمينان

سان اسان جي ملڪ ۾ اچن ۽ پنهنجي ملڪ جو مال اُتي اچي وڪرو ڪن. خوارزم شاه اها ڳالهہ قبول ڪئي. اهڙي ريت ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ واپاري ناتا قائم ٿي ويا ۽ واپاري قافلا ٻنهي ملڪن ۾ اطمينان سان ايندا ويندا رهيا. ڪجهہ وقت ڪان پوءِ اهڙو واءُ وريو جنهن جي ڪري اسلامي دنيا رت جي سمنڊ ۾ لڙهي وئي. ان جو تفصيل هڪ مغربي مؤرخ جي زباني ٻڌو جنهن جي اسلامي مؤرخن جي بيان جي حرف بحرف تصديق ٿئي ٿي.(9)

هيرلڊ ليمب پنهنجي ڪتاب 'چنگيز خان' ۾ لکيو آهي:

"... مگر تجارتي تعلقات جيڪي چنگيز خان قائم ڪيا هئا، سي اتفاق سان هڪ دم ختم ٿي ويا. ٿيو هيئن جو قراقورم جي واپارين جو هڪ قافلو اولهہ طرف اچي رهيو هو. ان رستي ۾ اترار جي حاڪم، جنهن جو نالو انيل جت هو قافلي وارن سمورن ماڻهن کي گرفتار ڪيو ۽ ان جو اطلاع پنهنجي آقا يعني خوارزم شاه کي هن ريت ڏنو تہ "هن قافلي ۾ جاسوس بہ موجود آهن." انيل جت جو اهو شڪ ڪي قدر صحيح بہ هو.

اترار جي حاڪم جي اطلاع ملڻ شرط سلطان محمد خوارزم شاه بنان سوچڻ سمجهڻ جي حڪم ڏنو تہ سيني قافلي وارن کي قتل ڪيو وڃي. تنهن ڪري ان حڪم مطابق قراقورم کان آيل سيني واپارين کي قتل ڪيو ويو. اهڙو اطلاع جڏهن چنگيزخان کي پهتو تہ هن هڪدم پنهنجا سفير موڪليا، جن اچي خوارزم شاه سان هن

ناانصافي تي شڪايت ڪئي، تہ هن سفيرن جي سردار کي بہ مارائي ڇڏيو ۽ ٻيا جيڪي ان جا ساٿي هئا، تن جون ڏاڙهيون ساڙائي ڇڏيون. انهيءَ سفارت مان جيڪي بچي واپس وطن پهتا، سي چنگيزخان وٽ آيا، جن اچي کيس ساري حقيقت ٻڌائي. دشت گوبي جو خان اهو احوال ٻڌي هڪ ٽڪري تي چڙهي ويو تہ جيئن اڪيلائي ۾ ويهي ان واقعي تي غور ڪري. مغلن جي ايلچي کي مارڻ هڪ اهڙو جرم هو، جنهن کي بغير سزا جي ڇڏي ڏيڻ ناممڪن هو. هيءُ هڪ اهڙو ڪُڌو ڪم هو جنهن جو بدلو وٺڻ مغلن جي گذشتہ روايتن جي لحاظ سان ضروري هو. چنگيزخان چيو "جهڙي ريت آسمان تي بہ سج ٻہ نٿا چمڪي سگهن، تهڙي ريت زمين تي بہ خاقان ٻہ نٿا رهي سگهن."

## اسلام جي اوڀارين ملڪن ۾ تاتارين جي تباهي

تاتارين پهريائين بخارا کي برباد ڪري ڇڏيو. شهر مان ڪوبہ جيئرو بچي نہ سگهيو. ان کان پوءِ سمرقند کي تباهہ ڪيو. سمرقند ۽ بخارا نهايت ئي سهڻا شهر هئا، جن کي خواجہ حافظ شيرازي پنهنجي شيرازي محبوب جي ڪاري تِر تان قربان ڪرڻ تي گهريو. فرمايو اٿس:

اگر آن تُرڪ شيرازي بدست آرد دلِ مارا
بخالِ هندوش بخشم سمرقند و بخارا را

اهڙوئي حشر اسلامي دنيا جي مشهور شهرن رَي، همدان، زنجان، مرو نيشاپور ۽ خوارزم جو ٿيو. خوارزم شاه جيڪو اسلامي دنيا جو اڪيلو حڪمران ۽ سڀ کان سگهارو حڪمران هو سو تاتارين جي ڏپ کان هيڏانهن هوڏانهن پڄندو ٿي رهيو ۽ تاتاري لشڪر سندس ڪڍ هو. نيٺ وچي هڪ نامعلوم ٻيٽ تي وفات ڪري ويو.

خوارزم شاه ايران ۽ ترڪستان جي اسلامي رياستن ۽ خودمختيار حڪومتن کي پنهنجي بادشاهي ۾ ملائي ڇڏيو هو تنهن ڪري هن کي جڏهن تاتارين کان شڪست آئي ته پوءِ انهن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ اوير طرف ڪوبہ نہ رهيو هو. تاتارين جي ڌهڪاءَ ۽ مسلمانن جي ڏپ جو اهو حال هو جو ڪنهن نہ ڪنهن هنڌ اڪيلي تاتاري هڪ ئي پاڙي ۾ جتي سو مسلمان رهندا هئا، تن مان هر هڪ کي ماري ٿي ڇڏيو ڪنهن کي بہ مقابلو ڪرڻ جي همت نہ ٿي ٿئي. هڪ گهر ۾ هڪ تاتاري عورت مرداڻي ويس ۾ وڃي سموري گهر ياتين کي ماري ڇڏيو. پوءِ هڪ قيدي جيڪو ساڻس گڏ هو تنهن کي احساس ٿيو تہ هيءَ تہ عورت آهي، هن هڪدم کيس ماري وڌو. ڪڏهن ڪنهن سپاهي ڪنهن مسلمان کي پڪڙي کيس چيو ٿي تہ پنهنجو مٿو هن پٿر تي رکي سمهي پئو مان خنجر کڻي ٿو اچان، توکي ڪهي ڇڏيندس. اهو مسلمان ڏپ وچان اتيئي ستو رهيو کيس ڀڄي وڃڻ جي همت ئي ڪانہ ٿي، تان جو تاتاري سپاهي شهر مان خنجر کڻي ۽ اچي ان کي ڪهي ڇڏيائين.(10)

تاتارين جي ڦهري ڪاهن اسلامي دنيا جون ديوارون ڏوڏي وڌيون. مسلمان ويچارا حيران ۽ پريشان هئا. هڪ ڪنڊ کان ٻئي ڪنڊ تائين خوف هراس ۽ نا اميدي هئي. تاتارين جو مسلمانن تي ايترو تہ ڌهڪاءُ ويٺل هو جو ايئن سمجهيو ٿي ويو تہ انهن سان مقابلو ڪرڻ ناممڪن هو. ايستائين جو اها چوڻي مشهور ٿي وئي تہ "اذا قيل لک ان التتر انهزمو فلا تصدق." يعني جيڪڏهن توهان کي ڪو چئي تہ تاتارين کي شڪست آئي آهي تہ يقين نہ ڪجو. جن ملڪن ۽ شهرن طرف رخ ڪندا هئا، تہ ايئن سمجهيو ويندو هو تہ انهن ويچارن جو خير ناهي. جان، مال، عزت، آبرو، مسجدون ۽ مدرسا ڪنهن جو بہ خير نہ هوندو هو. تاتارين جو رخ ڪرڻ معنيٰ تباهي، بربادي، قتل عام، ذلت ۽ بي آبروئي. هڪ ڀيرو پوري اسلامي دنيا خاص طور ان جو اوڀاريون حصو تباهي ۽ بربادي جي وڪڙ ۾ اچي ويو. مؤرخ هر قسم جا واقعا پڙهي ۽ لکي ٿو. سندس آڏو قومن جي بربادي ۽ ملڪن جي تباهي جا ايترا تہ منظر اچن ٿا، جو ان جي طبيعت بيحس ۽ قلم بي درد ٿي ويندو آهي. پر ان واقعي جو ذڪر ڪندي ابن اثير جهڙو مؤرخ (جنهن وڏي صبر ۽ تحمل سان دنيا جي تاريخ لکي آهي) پنهنجي قلبي ڪيفيت ۽ تاثر لڪائي نہ سگهيو. هن لکيو آهي تہ:

”هيءُ حادثو ايترو تہ ڀوائتو ۽ اڻ سهائيندڙ آهي، جو مان ڪيترا سال ان تي سوچيندو رهيس، تہ اهو لکان يا نہ لکان. هينئر بہ بي دليءَ سان ان جو ذڪر ڪري رهيو آهيان. اسلام ۽ مسلمانن جي

موت جي خبر سٽاڻڻ سولي ڳالهه نه آهي. ڪنهن کي جگر آهي جو انهن جي ذلت ۽ رسوائي جي خبر ٻڌائي. ڪاش! مان ان واقعي کان اڳ مري وڃان ها، يا مون کان سڀ ڪجهه وسري وڃي ها. ڪن دوستن مون کي اهو واقعو لکڻ تي زور ڀريو پر پوءِ به منهنجي دل نه مڃي رهي هئي. پر پوءِ مون سوچيو ته نه لکڻ مان ڪو فائدو نه آهي. ڇو ته هيءُ ايڏو وڏو حادثو ۽ وڏي مصيبت آهي، جو دنيا جي تاريخ ۾ ان جو مثال نه ٿو ملي. هن واقعي جو تعلق سڀني انسانن سان آهي. مگر خاص طور مسلمانن سان آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو دعويٰ ڪري ته آدم عليه السلام کان وٺي هن وقت تائين اهڙو واقعو نه ٿيو آهي ته ان جي ڳالهه غلط نه چئبي. ڇوته تاريخن ۾ ان واقعي جهڙو ڪوبه واقعو نٿو ملي. شايد دنيا قيامت تائين (ياجوج ۽ ماجوج) کان سواءِ ڪڏهن اهڙو واقعو نه ڏسي. هنن وحشين ڪنهن تي به رحم نه ڪيو. هنن عورتن، مردن ۽ ٻارن کي قتل ڪيو. حامله عورتن جا پيٽ چيري، پيٽ وارن ٻارن کي به ماري ڇڏيو. هيءُ هڪ عالمگير واقعو هو. هڪ طوفان وانگر آيو ۽ يڪدم ساري جڳ کي وڪوڙي ويو. (11)

مرصادالعباد جو مصنف، جيڪو انهيءَ واقعي جو اکين ڏٺو شاهد آهي. جنهن جي جنم وارو شهر رَي ۽ رهڻ وارو شهر همدان، تاتاري حملن ۾ تباهه ٿي ويا هئا، تنهن لکيو آهي ته:

”رڳو اسلامي دنيا نه، پر پوري شهري دنيا تاتارين جي حملن کان ڏڪي ۽ ڪنبي رهي هئي. جتي انهن جي پهچڻ جو تمام گهٽ امڪان هو اتي به ڏهڪاءُ پکڙيل هو. گبن پنهنجي مشهور ڪتاب

’تاريخ انحطاط و سقوط روم‘ ۾ لکيو آهي تہ: سئيڊن جي رهواسين، روس جي ذريعي تاتاري طوفان جي خبر ٻڌي تہ مٿن اهڙي دهشت طاري ٿي وئي، جو هو انهيءَ ڊپ سبب پنهنجي معمول مطابق انگلستاني ساحلن تي شڪار ڪرڻ بہ نہ ويندا هئا.

ڪيمبرج جي ”تاريخ عهد وسطيٰ“ جي مصنف مغلن جي انهن سخت حملن جو وڏي خوبيءَ سان هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي، جنهن جو محرڪ چنگيزخان هو.

”اهو انسان جي وس ۾ نہ هو تہ مغلن کي روڪي سگهن. بيابانن ۽ رڻ پٽن کي لتاڙي چڙهائون. جبل، سمنڊ، موسمي سختيون، ڏڪار وبائون سندن راهہ روڪي نہ سگهيون. هو ڪنهن بہ قسم جو خوف ۽ خطرو محسوس نہ ڪندا هئا، ڪوبہ قلعو انهن جي حملي کان بچي نہ ٿي سگهيو ۽ رحم ڪرڻ لاءِ ڪنهن مظلوم جي فرياد مٿن اثر نہ ٿي ڪيو. هتي تاريخي ميدان ۾ اسان جو هڪ نئين طاقت سان واسطو پوي ٿو. اها اهڙي طاقت هئي، جنهن اک ڇنڀ ۾ وڏيون حڪومتون ۽ سياسي مرڪز ڊاهي وڌا. انهن کي اهڙو تباهہ ڪيو ڄڻ آسمان زمين تي ڪري، هر شيءِ تباهہ ڪري ڇڏي. ملڪي ۽ سياسي جهيڙا بہ اهڙا هئا، جو هيءُ ڳڙو نہ پوي ها، تہ اڳتي هلي اهي ڪو نبيري بہ نہ سگهي ها ۽ جيڪڏهن اهي جهيڙا جهتا جاري رهن ها، تہ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿين ها. دنيا جي تاريخ ۾ ان نئين طاقت جو ظهور يعني هڪ اڪيلي شخص جي قابليت، جنهن انسان ذات جو تمدن بدلائي ڇڏيو. اهو چنگيزخان کان شروع ٿيو ۽ ان جي پوٽي قوبيلائي خان تي

ختم ٿيو. جنهن جي زماني ۾ مغلن جي مڪمل ۽ وسيع سلطنت ۾ ڏار پئجڻ جا آثار ظاهر ٿيڻ شروع ٿيا هئا. اهڙي طاقت وري ڪڏهن دنيا جي پردي تي ظاهر نہ ٿي.(12)

## بغداد جي تباهي

هن وحشي، اسلامي دنيا کي تباهہ ڪندي، رت جا درياء وهائيندي، باهيون لڳائيندي 656هہ ۾ چنگيزخان جي پوٽي هلاڪو خان جي سرواڻي ۾ اسلامي دنيا جي دارالخلافت ۽ ان دور جي سڀ کان وڏي علمي مرڪز ۽ متمدن شهر بغداد تي ڪاهہ ڪئي ۽ ان کي تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو. بغداد جي تباهي ۽ مسلمانن جي قتل عام جو تفصيل طويل ۽ دردناڪ آهي. ٿورو اندازو انهن تاريخ نويسن جي بيان مان لڳائي سگهجي ٿو جن ان حادثي جا آثار پنهنجين اکين سان ڏٺا ۽ ان جو تفصيل ڏسڻ وارن کان پڇو. مؤرخ ابن ڪثير لکيو آهي:

"بغداد ۾ چاليهہ ڏينهن ماڻهن جو ڪوس ٿيندو رهيو. چاليهن ڏينهن کان پوءِ هيءُ سرسبز شهر، جيڪو دنيا جو پررونق شهر هو. اهڙو ويران ۽ تباهہ ٿي ويو جو اتي تمام ٿورا ماڻهو نظر ايندا هئا. بازارن ۽ رستن تي لاشن جا اهڙا ڍير لڳي ويا هئا، جو لاشن جا دڙا ٿي نظر آيا. وري جڏهن مينهن پيو تہ ماڻهن جون شڪليون بدلجي ويون ۽ سڄي شهر ۾ اهڙي بدبوءِ پکڙجي وئي، جنهن جي ڪري هوا خراب ٿي وئي ۽

شهر کي ويا وڪوڙي وئي، جنهن جو اثر شام تائين پهچي ويو. ان ويا ۾ هوا سبب ڪيترائي ماڻهو مري ويا، چئني پاسين رڳو ڏڪار، ويا ۾ فنا هئي.(13)

شيخ تاج الدين سبڪي لکيو آهي تہ:

”هلاڪو بغداد جي خليفي مستعصم کي هڪ تنبو ۾ وٺي آيو ۽ وزير ابن العلقمي شهر جي عالمن ۽ معزز ماڻهن کي دعوت ڏني تہ خليفي ۽ هلاڪو پاڻ ۾ صلح ڪيو آهي، توهان اچو ۽ اچي ان جا گواهہ بڻجو. اهي جڏهن آيا تہ هنن سڀني کي مارائي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت هڪ ٽولي کان پوءِ ٻيو ٽولو گهرايو ويندو هو ۽ انهن کي قتل ڪيو ويندو هو. پوءِ خليفي جي ويجهن ساٿين ۽ اعتماد وارن ساٿين کي گهرائي قتل ڪيو ويو. خليفي بابت عام طور مشهور هو تہ، جيڪڏهن ان جي رت جو ڦڙو زمين تي ڪرندو تہ ڪا وڏي مصيبت ايندي. هلاڪو منجهي پيو تہ ڇا ڪجي، نصيرالدين ملوسي(14) چيو تہ ڪا فڪر جي ڳالهہ ناهي خليفي جو خون نہ وهايو وڃي ڪيس ڪنهن ٻئي نموني ختم ڪيو وڃي. پوءِ ڪيس ڪپڙي ۾ ويڙهي، زور سان لتون هڻي ماريو ويو.

بغداد ۾ هڪ مهيني کان وڌيڪ ماڻهن جو ڪوس جاري رهيو، فقط اهي ماڻهو بچي ويا، جيڪي ڪنهن هنڌ لڪي ويا. چون ٿا تہ جڏهن هلاڪو خان لاشن جي ڳڻپ ڪرائي تہ انهن جو انگ ارڙهن لک ٿيو.(15)

عيساين کي حڪم ڏنو ويو تہ ظاهر ظهور شراب پيئو. سوئر جو گوشت کائو. رمضان جو مهينو هو. مسلمانن کي مجبور ڪيو ويو تہ شراب جي محفلن ۾ شريڪ ٿين. مسجدن ۾ شراب هاريو ويو ۽ اذان ڏيڻ کان منع ڪئي وئي. هي اهو ئي بغداد آهي، (جيڪو جڏهن کان آباد ٿيو هو) ڪڏهن بہ ڪفر جو مرڪز نہ بڻيو هو. اتي اهڙو واقعو پيش آيو جهڙو اڳ ڪڏهن بہ پيش نہ آيو هو.(16)

بغداد هزارين خرابين جي باوجود اسلامي دنيا جو سڀ کان وڏو شهر، علوم ۽ فنون جو مرڪز هزارين عالمن ۽ صالحن جو مسڪن ۽ دارالخلافت هئڻ جي ڪري مسلمانن جي عزت ۽ آبرو هو. ان جي اهڙي بربادي تي مسلمانن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هر طرف ان جي تباهي تي ماتم ڪيو ويو. شيخ سعدي، جنهن بغداد ۾ تعليم حاصل ڪئي هئي، ان جي رونق کان واقف هو تنهن ان دردناڪ واقعي تي مرثيو لکيو جنهن ۾ هن سڀني مسلمانن جي دکايل دلين جي ترجماني ڪئي آهي. ان جو پهريون شعر آهي:

آسمان را حق بود گر خون ببارد بر زمين
بر زوالِ ملکِ مستعصم اميرالمومنين!

ترجمو: آسمان کي حق آهي تہ زمين تي رت ڳاڙي، اميرالمومنين مستعصم جي ملڪ جي زوال تي.

بغداد کان پوءِ تاتاري حلب تي ڪاهي ويا. ابن ڪثير جي بيان مطابق، ان شهر سان بہ بغداد جهڙوئي سلوڪ ڪيو ويو. اتان کان دمشق ڪاهي ويا ۽ 658هہ ۾ ان تي قبضو ڪيائون. حلب ۾ رهندڙ

عيساين شهر کان ٻاهر نڪري تاتاري فاتحن جو استقبال ڪيو ۽ ڪين سوکڙيون پاکڙيون ڏنيون ۽ ان جي حڪمران کان فرمان وٺي آيا ۽ شهر ۾ فاتحانہ انداز ۾ داخل ٿيا. ابن ڪثير جيڪو خود دمشق جو رهواسي آهي، ان واقعي جي جيڪا تصوير ڪڍي آهي، ان مان مسلمانن جي بي وسي، ذلت ۽ هيٺائي جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هو لکي ٿو تہ:

”عيسائي باب توما مان اندر آيا. هنن ماڻهن جي مٿن تي صليب نروار ڪري ڇڏي هئي ۽ پنهنجو مخصوص نعرو هڻي رهيا هئا ۽ هو وڏي واڪي چئي رهيا هئا، تہ دين برحق يسوع مسيح جي دين جي فتح ٿي. اسلام ۽ مسلمانن جي مذمت ڪندا هئا. سندن هٿن ۾ شراب جون بوتلون هونديون هيون، جيڪو هو ماڻهن جي منهن ۽ ڪپڙن تي هاريندا هئا. گهٽين ۽ بازارن مان جيڪو لنگهندو هو تنهن کي حڪم ڏيندا هئا تہ بيهي صليب جي تعظيم ڪيو. اهو ڏسي ڪيترائي مسلمان گڏ ٿيا، جن کي ڌڪا ڏيئي ڪنسہ مريم تائين پهچايو ويو. اتي هڪ عيسائي تقرير ڪئي. دين اسلام ۽ مسلمانن جي مذمت ڪئي.

ابن ڪثير ذيل المراة جي حوالي سان اڳتي لکيو آهي تہ:

”عيسائي شراب کڻي جامع مسجد ۾ آيا، هنن جي نيت هئي تہ تاتاري گهڻو وقت هتي رهن، تہ جيئن گهڻيون مسجدون مسمار ڪري ڇڏين. جڏهن شهر ۾ اهڙا واقعا پيش آيا، تہ مسلمان قاضي ۽ علماء گڏجي قلعي ۾ ويا ۽ تاتاري قلعي جي حاڪم 'ايل سيان' سان

شڪايت ڪئي، پر ان جو نتيجو اهو نڪتو جو مسلمانن کي وڏي ذلت سان قلعي مان ڪڍيو ويو ۽ عيسائين جي چڱي مڙس جي ڳالهه مڃي وئي.(17)

شام کان پوءِ تاتارين قدرتي طور مصر ڏانهن رخ ڪيو ڇوته اهوئي هڪ ملڪ تاتارين جي تباهي کان بچيل هو. مصر جي سلطان سيف الدين سمجهيو تي ته هينئر مصر جو وارو آهي. جڏهن تاتارين ڪاهه ڪئي ته پوءِ ملڪ بچائڻ مشڪل ٿي پوندو. تنهن ڪري هن اهو مناسب سمجهيو ته مصر ۾ دفاع ڪرڻ بجاءِ شام وڃي تاتارين تي اڳواٽ حملو ڪرڻ گهرجي. 25 رمضان 658هه ۾ جالوت ۾ تاتارين ۽ مصر جي اسلامي فوج ۾ سخت جنگ لڳي ۽ تاتارين کي شڪست آئي. هو هيڏي هوڏي ڀڄا، مصري فوجن سندن پيڇو ڪري تمام گهڻا تاتاري ماري ڇڏيا ۽ ڪيترائي گرفتار ٿيا.

سيوطي 'تاريخ الخلفا' ۾ لکيو آهي ته:

”تاتارين کي شرمناڪ شڪست آئي. خدا جي فضل و ڪرم سان مسلمانن جي فتح ٿي. تاتارين جو قتل عام ٿيو. هو ايترا ته بدحواس ٿي اتان ڀڳا جو مصري فوجي ڪين سولائيءَ سان گرفتار ڪري وٺندا هئا.“(18)

## حوالا :

1. البداية والنهاية (تاريخ ابن ڪثير) اردو ترجمو ص 47، نفيس اڪيڊمي، ڪراچي.

2. جزيره مان مراد اهو علائقو آهي، جيڪو دجله ۽ فرات جي وچ ۾ آهي، جنهن کي ٻن نهرن جي وچ وارا شهر چيو ويندو آهي. ان جو اتر اولهه واري حصي کي "الجزيره" سڏيو ويندو آهي ۽ ڏکڻ اوڀر وارو حصو عراق جي نالي سان مشهور آهي.
3. الحوادث الجامعه, واقعات 640هه
4. خوارزمي سلطنت جو زور ٽوڙڻ لاءِ، جنهن سان بغداد جي خليفي جا تعلقات خراب هئا.
5. جلد 12 ص
6. البداية والنهاية جلد 13
7. چنگيزخان ص 174, مترجم مولوي عنايت الله
8. چنگيزخان ص 143, هيرلڊ ليمب مترجم مولوي عنايت الله
9. ڏسو البداي والنهاي جلد 13 ۽ الڪامل ابن اثير جلد 12
10. چنگيزخان، هيرلڊ ليمب ص 143
11. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو الڪامل, ابن اثير جلد 12
12. دائرة المعارف بستاني جلد 6
13. الڪامل ابن اثير جلد 12
14. چنگيزخان ص 266
15. 25 لکن جي آدمشماري واري شهر ۾ هيءَ انگ صحيح معلوم ٿئي ٿو ڪن مؤرخن گهٽ انگ ٻڌايو آهي.
16. طبقات الشافية الڪبري جلد 5
17. البداية والنهاية جلد 13
18. تاريخ الخلفاء, سيوطي

# قلندر شهباز رح جي مختصر سوانح

حضرت قلندر شهباز رح جو اسم مبارڪ عثمان هو پر پاڻ قلندر شهباز جي نالي سان گهڻو مشهور آهن. سندن ولادت با سعادت 538هه ۾ ٿي. سندن ولادت جي تاريخ ۾ اختلاف آهي. ڪن 562هه ته ڪن 573هه لکي آهي. سندن اصلي وطن بابت به محققن جا مختلف رايا آهن. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي پنهنجي ڪتاب "قلندر نامه" ۾ لکيو آهي ته، "سندن وطن "مروڪد" هو جيڪو آذربائيجان ۽ تبريز جي وچ تي آهي." لُبِ تاريخ سنڌ" ۾ اصل وطن "ميمنه" ڄاڻايل آهي، جيڪو افغانستان ۾ هرات پرڳڻي جي نزديڪ آهي. پر گهڻا محقق ان تي متفق آهن ته سندن اصل وطن مرند آهي. جيڪو پوءِ شايد گهڻي اچارڻ سبب مروند ٿي ويو. بهرحال اهو مرند ۽ مروند ٻنهي نالن سان مشهور ٿيو جو خود لعل شهباز قلندر فرمايو آهي:

منم عثمان مروندي ڪه يارِ خواجه منصورم

سنڌي زبان جي مشهور صوفي شاعر خوش خير محمد هيسباڻي به پنهنجي هڪ ڪافي ۾ قلندر لعل کي مروندي سڏيو آهي. فرمائي ٿو:

اچي حاضر حسيني ٿي، قلندر لعل مروندي.

ڪتاب ”حديقة الاوليا“ ۾ سندن شان ۾ جيڪو قصيدو ڏنل آهي ان ۾ بہ اڪثر شعرن ۾ کين ”مروندي“ سڏيو ويو آهي. نموني طور هڪ شعر پيش ڪجي ٿو.

دمبدم رحمتِ خداوندي          باد بر روح شاه مروندي.

حضرت لعل شهبازؒ جي والد جو اسم مبارڪ پير سيد ابراهيم ڪبير شاه هو. جيڪو پنهنجي وقت جو ڪامل ولي هو. سندن شجره نسب تيرهين پيڙهيءَ ۾ حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام سان وڃي ملي ٿو جيڪو هن ريت آهي.

حضرت عثمان المعروف لعل شهباز قلندر بن سيد ڪبير، بن سيد شمس الدين بن سيد نور شاه، بن سيد محمود شاه بن سيد احمد شاه، بن سيد هادي بن سيد مهدي بن سيد منتخب بن سيد غالب بن سيد منصور بن سيد اسماعيل بن امام جعفر صادق عليہ السلام.

مختلف ڪتابن جهڙوڪ: تحفة الڪرام، لب تاريخ سنڌ، تعارفِ هندي، تاريخ اولياءِ گجرات، خزينة الاوليا ۽ تاريخ الانساب ۾ سندن شجري بابت اختلاف آهي.

”تاريخ اولياءِ گجرات“ ۽ ڪن ٻين ڪتابن ۾ جيڪي شجرا ڏنا ويا آهن، تن ۾ قلندر شهباز کي حضرت شمس تبريزي جو اولاد ٻڌايو ويو آهي پر اها ڳالهہ صحيح ناهي. ڇاڪاڻ تہ شمس تبريزي جي ولادت 560هہ ۾ ٿي ۽ قلندر شهباز جي ولادت 538هہ ۽ وفات 650هہ ۾ ٿي. ممڪن آهي تہ مؤرخن کان اها غلطي ان ڪري ٿي

هجي جو شمس الدين تبريزي جي پنجين پيڙهيءَ ۾ سيد ڪبيرالدين ”ڪفر شڪن“ جي لقب سان هڪ مشهور ولي الله ٿي گذريو آهي، جنهن جي مزار پُرانوار اُچ شريف ۾ آهي. ان جا 18 فرزند هئا، جيڪي قلندر شهباز جا پائر سمجهيا وڃن ٿا، جن مان هڪ جو نالو شهباز بن ڪبيرالدين آهي. اها غلط فهمي انهيءَ نالي جي ڪري ٿي آهي، ورنہ حقيقت هيءَ آهي تہ قلندر شهباز جو ڪوبہ ڀاءُ نہ هو پاڻ سيد ابراهيم جا اڪيلا فرزند هئا.

قلندر شهباز جي والد سڳوري جي ولادت 501هہ مطابق 1108ع ۾ ٿي ۽ 590هہ مطابق 1193ع ۾ سندن وصال ٿيو سندن مزار مرند (آذربائيجان) ۾ آهي.

مشهور جاگرافي دانن جهڙوڪ: اصطخري پنهنجي ڪتاب ”ڪتاب الاقليم“، ابن حوقل پنهنجي ڪتاب ”المسالڪ والممالڪ“ ۽ مقدسي پنهنجي ڪتاب ”احسن التقاسيم في معرفة الاقاليم“ ۾ ”مرند“ هڪ شهر ٻڌايو آهي. سلجوقين جي دور ۾ هن شهر ۾ هڪ وڏو مدرسو هو. ’مرو‘ کان علاوه ”ميمنہ“ نالي هڪ شهر بہ خراسان ۾ واقع آهي. روايت آهي تہ پهريائين ان شهر جو نالو ”اليهودان“ يا ”اليهوديہ“ هو جيڪو جوزخان جي علائقي ۾ آهي. ياقوت ان جو نالو ”اليهودان الڪبريٰ“ ڄاڻايو آهي. هن لکيو آهي تہ ”ان زماني ۾ اتي تمام گهڻا يهودي رهندا هئا. پوءِ جڏهن بيت المقدس کي هڪ بدبخت شهيد ڪيو تہ ان واقعي کان پوءِ ان شهر جو نالو بدلائي ميمنہ يا ميوند رکيو ويو.“ انهن شهرن جا نالا تہ ملن ٿا، پر آذربائيجان ۾ مرند کان علاوه ٻيو

شهر يا ڳوٺ موجود نہ آهي. اڪثر محقق ان ڳالهہ تي بہ متفق آهن تہ لعل شهباز جو اصل وطن آذربائيجان ئي آهي ۽ ان تي بہ متفق آهن تہ آذربائيجان ۾ فقط مرند نالي وارو شهر موجود آهي، جيڪو تبريز کان اتر طرف اٽڪل چاليهن پنجيتاليهن ميلن جي مفاصلي تي آهي.

مقدسي چوٿين صدي هجريءَ ۾ ان شهر متعلق لکيو آهي تہ "اتي هڪ ننڍو پر مضبوط قلعو آهي، ۽ هڪ تمام خوبصورت مسجد بہ آهي ۽ شهر جي ٻاهران باغ آهن ۽ شهر صاف ۽ سهڻو آهي ۽ ان جون بازاريون برسيل ۽ رونق واريون آهن."

مقدسي هن شهر جي تعريف ڪندي لکيو آهي تہ "هي هڪ وسيع ۽ شاندار شهر آهي. هن شهر ۾ لال رنگ ٺاهڻ جا ڪيترائي ڪارخانا آهن. هن شهر جي مشهوري لال رنگ ٺاهڻ وارن ڪارخانن جي ڪري آهي."

مطلب تہ لعل شهباز جي ولادت با سعادت مرند ۾ ٿي. ابتدائي تعليم اتي حاصل ڪيائون، ستن ورهين جي ننڍڙي ڄمار ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيائون. وڌيڪ تعليم آس پاس جي مدرسن مان مشهور صوفي بزرگ منصور جي نگرانيءَ ۾ حاصل ڪيائون. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ سبزوار وڃي بابا ابراهيم ولي جا مريد ٿيا. سندن صحبت ۾ رهي، شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جون منزلون ماڻيائون ۽ پنهنجي مرشد کان مراقبي، نفس تي ضابطي، فقر ۽ فاقي جي مڪمل تربيت حاصل ڪرڻ کان پوءِ دين جي تبليغ ۽ خدمتِ خلق جي جذبي سان سرشار ٿي، پنهنجي مرشد کان موڪلائي، سفر

لاءِ سنبريا. مرشد کين خلافت جو خرقو عطا ڪيو ۽ پنهنجي محبت جي نشاني طور کين "سنگِ مفتون" عطا ڪيو جيڪو پنهنجي ڳچيءَ ۾ پائي سيني سان لائي ڇڏيائون، جيڪو سڄي زندگي وٽن رهيو. هينئر بہ سندن درگاه تي تبرڪ طور موجود آهي.

مرشد کان موڪلائي حرمين شريفين وڃي حج جي سعادت حاصل ڪيائون ۽ رسول پاڪ صہ جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪيائون، ان کان پوءِ نجف اشرف ۽ ڪربلا معليٰ وڃي زيارتون ڪيائون. ان کان پوءِ پنهنجي وطن مرند موٽي آيا.

جڏهن تاتارين جا حملا ٿيا تہ پنهنجو وطن ڇڏي سنڌ ڏانهن روانا ٿيا، ڇو تہ سنڌ ۾ امن و امان هو ۽ ڪيترائي صوفي بزرگ موجود هئا. پاڻ مڪران، پنج گور، پسني ۽ لاهوت لامڪان کان ٿيندا سيوهڻ شريف آيا. ڪجھہ وقت اتي قيام ڪرڻ کان پوءِ ملتان روانا ٿيا. ان وقت ملتان جو حاڪم شهزادو محمد سلطان "خان شهيد" هو جيڪو عالمن، عارفن ۽ صوفي بزرگن جو عقيدت مند هو. جڏهن کيس لعل شهباز قلندر جي اچڻ جي خبر پئي تہ سوکڙيون پاکڙيون کڻي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. جيئن تہ کيس خبر هئي تہ قلندر سدائين سير سفر ۾ هوندا آهن. سندس خواهش هئي تہ هھڙو بزرگ ملتان ۾ رهي، ڪٿي وري سير سفر تي نہ هليو وڃي، تنهن ڪري کين عرض ڪيائين تہ "قبلہ ! اوهان ملتان کي پنهنجي سڪونت جو شرف بخشيو اوهان لاءِ هڪ خانقاهہ جوڙائي ويندي". پر پاڻ معذرت ڪيائون. ڪجھہ عرصو ملتان ۾ رهي، هندستان هليا ويا، اتي مشهور

صوفي بزرگ بُو علي قلندرؒ سان روح رهاڻيون ڪيائون. پوءِ وري سنڌ موٽي آيا ۽ اچي لڪي واري شاه صدر سان ملاقات ڪيائون. ڪجهه ڏينهن اتي ترسڻ کان پوءِ سن 649هه ۾ سيوهڻ شريف آيا. سندن آمد جو سال "لُبِ تاريخ سنڌ" جي هيٺين قطعي مان نڪري ٿو.

چو باز آشيان قدس شهباز
سِوستان را نموده جنت آسا
خرد تاريخ آن از روي اخلاص
نمود آفتاب دين بگفتا
(648+1=649)

سندن وفات 650هه ۾ سيوهڻ شريف ۾ ٿي. سندن وفات جو سن هيٺين قطعي مان نڪري ٿو.

چو شهباز آن هماي آشيان عرش
شده طائر برحمت ز اهلِ جنت
نمود فڪر تاريخ وصالش
سروش غيبم گفتا برحمت
650

# قلندر شهبازؒ جا سهيوڳي

لال شهباز قلندرؒ جي ولادت جو سن ڪن محققن 538هہ تہ ڪن 573هہ ٻڌايو آهي. اهڙيءَ ريت سندن وصال جي سن بابت بہ عالمن جا مختلف رايا آهن. مگر گهڻن جي راءِ اها آهي تہ سندن وصال 673هہ ۾ ٿيو. اهو ستين هجري وارو دور اسلامي تاريخ ۾ وڏي پيچ ڌاهہ، افراتفري ۽ تباهي جو دور هو. تاتارين جي ظالمانہ ۽ وحشيانہ حملن سبب سوين شهر وستيون ۽ واهڻ تباهہ ۽ برباد ٿي ويا. مشهور مؤرخ ابن خلدون لکيو آهي تہ "هڪ سال يا ڪجهہ وڌيڪ عرصي ۾ تاتاري دنيا جي هڪ چيڙي ڪان ٻئي چيڙي تائين مالڪ بڻجي ويا. حد کان وڌيڪ خونريزي لٽ مار ڪيائون. هنن ايڏا تہ ڪيس ڪلور ۽ قهر ڪيا، جيڪي دنيا اڳ نہ ڏٺا نہ ٻڌا (تاريخ ابن خلدون، اردو ترجمو صہ 640). بغداد جيڪو علم ادب ۽ روحانيت جو مرڪز هو سو اهڙو تباهہ ٿيو جو وري سئن نہ آيو. رهي کُهي ڪسر ويجهڙائي ۾ آمريڪي حملن پوري ڪري ڇڏي. اجا تائين ان جي تباهي ۽ بربادي ٿي رهي آهي. واقعي بغداد سا بغداد ٿي ويو آهي.

هيءَ هڪ حقيقت آهي تہ بغداد، ملتان ۽ سيوهڻ دنيا جي قديم شهرن مان آهن. انهن ٽنهي شهرن تي مختلف دورن ۾ حملا ٿيندا رهيا آهن، مگر تباهي کان پوءِ بہ وري آباد ٿيندا رهيا آهن ۽ اجا تائين انهن جو وجود باقي آهي. انهن ٽنهن شهرن جا ڪنهن نہ ڪنهن

طرح هڪ ٻئي سان صدين کان علمي ۽ روحاني لاڳاپا رهيا آهن.

بغداد جي عظيم بزرگ حضرت پيران پير دستگير سيد عبدالقادر جيلاني ؒ جو اولاد ڪنهن روحاني اشاري هيٺ بغداد مان هجرت ڪري سنڌ ۾ آيو. جتي اڄ به انهن جون خانقاهون موجود آهن. ملتان ۾ غوث بهاءُالحق ؒ جي درگاهه وڏو روحاني مرڪز آهي. انهن جو اولاد سنڌ ۾ اچي رهيو. ساماري ۽ ٻڪيرا ۾ انهن جون درگاهون موجود آهن. غوثي سلسلي جا عقيدت مند هر سال عرس جي موقعي تي پنهنجي مرشد بهاءُالدين زڪريا ؒ جي مزار تي حاضري ڀريندا آهن. جيڪو لال شهباز قلندر ؒ جو دوست ۽ ساٿي هو. اهڙي طريقي صدين کان سنڌ، ملتان ۽ بغداد جو هڪ خاص روحاني رشتو رهيو آهي. ڪنهن زماني ملتان به سنڌ جو حصو هو. لال شهباز قلندر ؒ جو ملتان ۾ قيام، بهاءُالدين زڪريا ؒ سان روح رهاڻيون، اچ جي بزرگ حضرت جلال بخاري ؒ ۽ پاڪ پٽڻ جي بزرگ بابا فريد شڪر گنج ؒ سان گڏجي سير سفر ڪرڻ ان روحاني تعلق جو چٽو ثبوت آهي.

بهاءُالدين زڪريا ؒ جڏهن بغداد ۾ شيخ شهاب الدين سهروردي ؒ وٽان تعليم مڪمل ڪري ملتان موٽڻ جي اجازت گهري ته استاد کين چيو ته پهريائين بکر وڃي مخدوم نوح بکري ؒ سان ملجو. بهاءُالدين زڪريا ؒ استاد جي چوڻ موجب بکر آيو پر مخدوم نوح ؒ وفات ڪري ويو هو. هُو مزار تي فاتحه پڙهي هو ملتان هليو ويو. تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته ان دور جي مشهور بزرگن بهاءُالدين

زڪريا رح، جلال بخاري رح، بابا فريد شڪر گنج رح جو سنڌ جي قديم شهرن بکر، ٺٽي ۽ سيوهڻ سان لاڳاپو رهيو آهي. خاص طور سيوهڻ سان انهن بزرگن جو هڪ روحاني تعلق رهيو آهي.

تباهي ۽ بربادي ۽ وارو اهو طوفان 615هه ۾ تاتار کان ڪڙو ٿيو. ان وقت لال شهباز قلندر رح جي ڀوهه جواني هئي. تاتارين جا حملا ستين صدي هجري جي پڇاڙي تائين جاري رهيا. يعني لال شهباز رح جي جوانيءَ کان پيري تائين مختلف شهرن ۾ تباهي ۽ بربادي ٿيندي رهي. ڪي بيگناهه مري ويا، جن کي ڀڄڻ جو موقعو مليو تن ڀڄي جان بچائي ۽ اچي ڪنهن ٻئي شهر ۾ رهيا. اها فطري ڳالهه آهي ته جڏهن حالتون سازگار نه هونديون آهن، ته ماڻهو لڏپلاڻ تي مجبور ٿيندو آهي.

لال شهباز قلندر رح پنهنجو وطن ڇو ڇڏيو؟ ان جو هڪ وڏو سبب تاتارين جا مظالم هئا. ٻيو سبب هي به آهي، ته قلندري مشرب وارا مجرد هوندا آهن. سندن ڪو گهر گهاٽ ڪو نه هوندو آهي، سدائين سفر ۾ هوندا آهن. انهن جو شيوو انسانن کي هدايت ڪرڻ ۽ پاڻ ۾ امن ۽ ڀائيچارو پيدا ڪرڻ هوندو آهي.

تاتارين جي ڦهري ڪاروائين کان ڪجهه عرصو اڳ سلطان محمود غزنوي جي تباهه ڪُن حملن سبب به ڪيترن ئي عالمن ۽ صوفي بزرگن لڏ پلاڻ ڪئي. سيد علي هجويري داتا گنج بخش رح مختلف ملڪن جو سير سفر ڪندي اچي لاهور ۾ پهتو خواجه معين الدين چشتي رح اچي اجمير وسايو جلال الدين بخاري رح اچ شريف

کي شرف بخشيو بابا فريدؒ اڇي پاڪ پٽڻ ۾ رهيو.

لال شهباز قلندرؒ جي سوانح بابت ڪو بہ مستند ڪتاب موجود نہ آهي. سندن سوانح جا اهم ماخذ سيد عبدالقادر ٺٽوي جو حديقتہ الاوليا، مير معصوم جي تاريخ معصومي، ضيا برني جي تاريخ فيروز شاهي، مير علي شير قانع جا بہ ڪتاب تحفتہ الڪرام ۽ معيار سالڪان طريقت، تذڪره مشائخ سيوستان، مير غلام علي آزاد جو ماثرالڪرام ۽ عبدالله قصوري جو ڪتاب معارج الولايت آهي. جتان مفتي غلام سرور لاهوري لال شهباز قلندرؒ جو احوال نقل ڪيو ۽ پنهنجي ڪتاب خزينتہ الاصفيا ۾ شامل ڪيو. هتي فقط ٻن ڪتابن جا اقتباس پيش ڪجن ٿا:

ماثرالڪرام ۾ مولانا محب علي سنڌي جي حوالي سان هيءَ عبارت ڏنل آهي."حضرت مخدوم لال شهبازؒ، سندن نالو عثمان آهي ۽ فقير (مولانا محب علي) هڪ ڪاري پٿر جي تختي تي هن طرح جي تحرير ڏٺي: شيخ عثمان مرندي، دين جو قطب، شاه باز لقب سان مشهور، مرند جو وينل، جيڪو تبريز جي ڳوٺن مان هڪ آهي."

ان کان پوءِ ماثرالڪرام جي مصنف ضيا برني جي ڪتاب تاريخ فيروزشاهي ۾ لال شهبازؒ متعلق ڏنل احوال نقل ڪيو آهي. هن لال سائين جي وفات جو سنہ 21 شعبان 673هہ ٻڌايو آهي. حديقتہ الاوليا ۾ بہ سندن وفات جو اهو ئي سنہ ڄاڻايل آهي.

ضيا برني تاريخ فيروزشاهي ۾ لکيو آهي تہ "جڏهن حضرت شهباز قلندر ملتان پهتو. تہ خان شهيد يعني سلطان محمد قاآن،

سعديؒ بہ اتي اچي پر شيخ سعديؒ پوڙهو ٿي چڪو هو ان ڪري هن معذرت ڪئي. بُوعلي قلندر لال شهبازؒ جو دوست هو ڪن جو چوڻ آهي تہ لال سائين بُوعلي قلندر جي چوڻ تي سيوهڻ ۾ اچي رهيو. لال شهباز قلندر جي شهاب الدين سهرورديؒ ۽ بو علي قلندرؒ سان ملاقات ٿي هئي. باقي ٻين صوفي بزرگن سان سندن ملاقات ٿي يا نہ؟ ان بابت ڪا ڳالهہ پڪ سان چئي نہ ٿي سگهجي. سعدي شيرازيؒ جيئن تہ هڪ سيلاني ماڻهو هو تنهن ڪري ٿي سگهي ٿو تہ ان سان سندن ملاقات ٿي هجي. صوفي بزرگ ۽ شاعر فخرالدين عراقي جيئن تہ چڱو عرصو ملتان ۾ رهيو ۽ بهاءُالدين زڪرياؒ جي نياڻيءَ سان سندس شادي ٿي، تنهن ڪري قوي گمان آهي تہ لال سائين جي ان سان ملتان ۾ ملاقات ٿي هجي.

جيئن تہ مٿي ذڪر ڪيل عالمن، شاعرن ۽ صوفي بزرگن ۾ مولانا رومؒ ۽ شمس تبريزؒ کي وڏي اهميت حاصل آهي. خاص طور مولانا روميؒ جي مثنوي جو حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي شخصيت ۽ شاعريءَ تي وڏو اثر آهي، تنهن ڪري ان جو ۽ سندن مرشد شمس تبريزؒ جو مختصر ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

مولانا جلال الدين رومي جي نسب جو سلسلو حضرت ابوبڪر رضہ سان ملي ٿو. سندن ولادت 604ھ ۾ بلخ (هاڻوڪي افغانستان) ۾ ٿي. سندن والد بهاءُالدين ولدؒ (وفات 628ھ) پنهنجي پياري پُٽ کي پنهنجي هڪ مريد مولانا برهان الدين محقق ترمذيؒ (وفات 638ھ) جي حوالي ڪيو جنهن مولانا جلال الدين روميؒ

جنهن کي حضرت شهبازؒ سان تمام گهڻي عقيدت هئي، ان سندن خاطر تواضح ڪندي گهڻي خدمت ڪئي ۽ وڏي ڪوشش ڪئي ته قلندر لال ملتان ۾ رهي پئي. ان لاءِ خانقاه به ٺهرايائين، پر حضرت عثمان اتي رهڻ تي راضي نه ٿيو. هڪ ڏينهن خان شهيد حضرت شيخ صدرالدين عارفؒ (ملتاني) ۽ شيخ عثمان مرونديؒ کي مجلس ۾ گهرايو ۽ عربي غزلن پڙهڻ جي محفل شروع ٿي. مذڪوره ٻئي بزرگ ۽ ٻيا درويش سماع ۽ رقص ۾ محو ٿي ويا. خان شهيد هٿ ٻڌيو بيٺو هو ۽ زارو قطار روئي رهيو هو.

لال شهباز قلندرؒ جي زماني ۾ مولانا جلال الدين روميؒ، سعدي شيرازيؒ، فريدالدين عطارؒ، فخرالدين عراقيؒ، شهاب الدين سهرورديؒ، شمس تبريزيؒ، ابن عربيؒ، بو علي قلندرؒ ۽ ڪي ٻيا عالم فاضل ۽ صوفي موجود هئا. انهن مڙني عالمن، شاعرن ۽ صوفي بزرگن جو سنڌ جي عالمن ۽ صوفي بزرگن تي گهرو اثر رهيو آهي. سنڌ جا صوفي بزرگ ابن عربي جي فلسفي کان گهڻو متاثر ٿيا. سچل سرمست عطار کان گهڻو متاثر ٿيو شاهه لطيف مولانا رومي کان متاثر ٿيو. شهاب الدين سهرورديؒ مخدوم نوح بکريؒ ۽ بهاؤالدين زڪرياؒ جو استاد هو. شيخ سعدي فارسي غزل جو امام هو. ان کان علاوه سندس ڪتاب 'گلستان' ۽ 'بوستان' صدين کان سنڌ ۾ پڙهيا وڃن ٿا. ملتان جي گورنر خان شهيد ڪيس ملتان اچڻ جي دعوت ڏني هئي، ڇو جو هُو عالمن ۽ صوفي بزرگن جو عقيدت مند هو. بهاؤالدين زڪرياؒ ۽ لال شهباز قلندرؒ ملتان ۾ مقيم هئا. هن سوچيو ته شيخ

جي تعليم ۽ تربيت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

مولانا روميؒ جي والد مولانا بهاءالدينؒ کي 'سلطان العلما ' جو خطاب حاصل هو. پنهنجي وقت جي وڏي عالم دين هئڻ کان علاوه سندن شمار وڏن صوفين ۾ ٿيندو هو. سندن طريقت جو سلسلو احمد غزالي (وفات 517هه) سان وڃي ملي ٿو. اهو به يقين سان چئي سگهجي ٿو ته مولانا رومي ظاهري ۽ باطني ٻنهي طريقن سان پنهنجي والد کان به استفادو ڪيو هوندو. مولانا رومي جي تعليم بابت هڪ آمريڪي اسڪالر وليم سي چِٽڪ (William C Chittick) لکيو آهي ته:

".. پنهنجي پيءُ ڏاڏي جي روايت مطابق مولانا رومي ننڍپڻ کان ئي عمومي علم پڙهڻ شروع ڪيا. انهن ۾ عربي زبان جا قاعدا، عروض، فلسفو رياضي ۽ نجوم شامل آهن."

مولانا بهاءالدين ولدؒ هڪ عالم باعمل ۽ صوفي بزرگ هو. اڻ ڳڻ ماڻهو سندس معتقد هئا، جيڪي سندس وعظ واري مجلس ۾ شريڪ ٿيندا رهندا هئا. انهن محفلن ۾ بلخ جو عوام ۽ خواص شريڪ ٿيندو هو. ماڻهن جي گهڻي ميڙ ۽ مولانا بهاءالدين جي مقبوليت علاءالدين محمد خوارزم شاه (وفات 617هه) کي بدگماني ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. هيءَ هڪ تاريخي حقيقت آهي ته درويشن وٽ ماڻهن جا ميڙ ڏسي سندن دل ۾ خوف پيدا ٿيندو آهي. صوفي شاه عنايت جي شهادت به ان خوف جو نتيجو هئي. بهاءالدين به اها ڳالهه محسوس ڪئي، تنهن ڪري هن ڏٺو ته ڪٿي علاءالدين ڪا

تڪليف نہ پهچائي، تنهن ڪري هن بلخ مان لڏ پلاڻ ڪئي. مختلف هنڌن تان ٿيندو وڃي قونيہ ۾ مقيم ٿيو جتي 628هہ ۾ هيءُ مٿيءَ جو ملڪ ڇڏي وڃي پنهنجي مالڪِ حقيقي سان مليو.

والد جي وفات وقت مولانا رومي جي عمر 24 ورهيہ هئي، پر هو ذهانت ۾ پنهنجي هم عصرن کان گهڻو اڳتي هو. اهو ئي سبب آهي جو قونيہ جي عالمن ۽ اتان جي والي علاءُالدين ڪيڪباد جي چوڻ تي ڪيس بهاءُالدين جو جانشين بڻايو. جانشين بڻجڻ کان پوءِ مولانا وعظ جون مجلسون منعقد ڪيون. اٽڪل هڪ سال کان پوءِ مولانا برهان الدين محقق ترمذي قونيہ آيو. مولانا رومي سندس قربت ۾ رهي ڪانئس ظاهري ۽ باطني علم حاصل ڪيا. هن سلسلي ۾ وليم سي چٽڪ لکيو آهي:

"پنهنجي والد جي وفات تائين، جنهن جي وفات 628هہ مطابق 1231ع ۾ ٿي، مولانا رومي مذڪوره علمن ۾ هڪ مستند استاد واري حيثيت حاصل ڪري چڪو هو. قديم تذڪرن جي تحريرن مطابق سندن نالو حنفي فقہ جي فقيهن جي فهرست ۾ شامل نظر اچي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو 24 ورهين جي عمر ۾ ڪيس پنهنجي والد جو جانشين بڻائي، ڪيس فقہ پڙهائڻ جي استدعا ڪئي وئي. هُو جڏهن پنهنجي والد جي گادي تي ويٺو تہ ان وقت هُو تصوف جي علم ۽ روحانيت کان واقف ٿي چڪو هو. جيئن تہ هڪ صوفي بزرگ کين وڏي درجي تي پهچايو هو. تنهن ڪري تصوف ۽ روحانيت سندس رڳ رڳ ۾ پيوست ٿي چڪا هئا.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ مولانا روم ظاهري علمن ۾ مهارت حاصل ڪئي هئي. جڏهن سندس والد جي وفات ٿي تہ سيد برهان الدين پنهنجي وطن ترمذ ۾ هو. وفات واري خبر ٻڌي، ترمذ کان روانو ٿيو ۽ 629هہ مطابق 1232ع ۾ قونيہ آيو. مولانا ان وقت لارند ۾ هو. سيد برهان الدين، مولانا کي خط لکيو ۽ پنهنجي اچڻ جو اطلاع ڏنو. مولانا ان ئي مهل روانو ٿيو. قونيہ ۾ شاگرد ۽ استاد جي ملاقات ٿي. ٻئي هڪ ٻئي سان ياڪر پائي مليا. ڪجهہ دير تائين ٻنهي تي بيخودي واري ڪيفيت رهي. جڏهن اها ڪيفيت ختم ٿي تہ سيد برهان الدين سندس امتحان ورتو. جڏهن کيس سمورن علمن ۾ ڪامل ڏٺائين، تہ کيس چيائين تہ "توکي باقي باطني علم جي ضرورت آهي. اهو تنهنجي والد جي امانت آهي، جيڪو توکي ڏيان ٿو". تنهن ڪري کيس نَوَ سال طريقت ۽ سلوڪ جي تعليم ڏنائين. ڪن جو خيال آهي تہ انهيءَ زماني ۾ مولانا سندن مريد ٿي ويو هو. اهو ئي سبب آهي جو مولانا مثنوي ۾ جابجا سيد موصوف جو نالو اهڙي طرح ڪنيو آهي، جهڙي ريت هڪ مخلص مريد، پير جو نالو ڳنهندو آهي. پر ان هوندي بہ مولانا تي ظاهري علم جو رنگ غالب هو. ديني علمن جو درس ڏيندو هو. وعظ ڪندو هو. فتوائون ڏيندو هو. سماع کان پري رهندو هو. سندس زندگيءَ جو ٻيو دور حقيقت ۾ شمس تبريز جي ملاقات کان پوءِ شروع ٿيو.

شمس تبريز جي ملاقات جو واقعو جيڪو مولانا روم جي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو واقعو آهي، سو تذڪرن ۽ تاريخ جي

ڪتابن ۾ مختلف نمونن ۾ بيان ڪيو ويو آهي.

ڪتاب 'جواهر مضئيه' جيڪو حنفي عالمن جي احوال جو سڀ کان پهريون ۽ مستند ڪتاب آهي، ان ۾ لکيل آهي ته: "هڪ ڏينهن مولانا گهر ويٺو هو. شاگرد سندس آسپاس ويٺا هئا. چئني طرفن کان ڪتابن جا ڍڳ لڳا پيا هئا. اتفاق سان شمس تبريز اچي اتي نڪتو. سلام ڪري ويهي رهيو. مولانا ڪي مخاطب ٿي چيائين ته هي (ڪتابن طرف اشارو ڪندي) ڇا هي؟ مولانا جواب ڏنس ته "هي اها شيءِ آهي، جنهن جي توکي خبر ناهي". هن اجا ائين ئي چيو ته ڪتابن کي باهه لڳي وئي. مولانا چيس ته، "هي ڇا هي؟" شمس چيس ته، "هي اها شيءِ آهي، جنهن جي توکي خبر ناهي". ائين چئي شمس اتان هليو ويو. مولانا گهر ٻار مال ملڪيت ۽ اولاد سڀ ڇڏي مختلف ملڪن ۽ شهرن ۾ شمس کي ڳوليندو رهيو. پر ڪيس شمس جو ڪو پتو ڪو نه پيو. چون ٿا ته مولانا جي ڪنهن مريد شمس کي قتل ڪري ڇڏيو. اهو به چيو وڃي ٿو ته مولانا جي فرزند شمس تبريز کي قتل ڪيو.

زين العابدين شرواني مثنوي جي ديباچي ۾ لکيو آهي ته "شمس تبريز کي سندس مرشد بابا ڪمال الدين جنديؒ حڪم ڪيو ته روم وڃ، اتي هڪ دل جليو رهي ٿو ان کي گرمي پهچاءِ. شمس سير سفر ڪندو اچي قونيه پهتو. اتي اچي هڪ قافلي سراءِ ۾ رهيو. هڪ ڏينهن مولانا جي سواري وڏي ٺاٺ باٺ سان نڪتي. شمس واٽ تي ڪيس توڪيندي چيو ته "مجاهدي ۽ رياضت مان ڇا مراد

آهي؟“ مولانا چيو تہ ”شريعت جي پابندي.“ شمس چيو تہ ”اها تہ سيني کي خبر آهي“. مولانا چيس تہ ”ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو؟“ شمس چيس تہ، ”علم جي اها معنيٰ آهي تہ منزل تي رسائي“. پوءِ حڪيم سنائي جو هيءُ شعر پڙهيائين:

علم کز تو ترا نہ بستاند
جهل زان علم بہ بود بسيار

مولانا تي سندس گفتگو جو اهڙو اثر ٿيو جو ان ئي مهل سندس هٿ تي بيعت ڪيائين.

هڪ ٻي روايت هن ريت آهي تہ هڪ ڏينهن مولانا حوض جي ڪناري ويٺو هو. سندس آڏو ڪجهہ ڪتاب رکيا هئا. اوچتو شمس اچي اتي نڪتو. شمس ڪائنس پڇيو تہ، ”هي ڪهڙا ڪتاب آهن“. مولانا چيس تہ، ”هي قيل و قال آهي، تنهنجو ان سان ڇا وڃي؟“ شمس سمورا ڪتاب کڻي حوض ۾ اڇلائي ڇڏيا. مولانا کي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ افسوس مان چيائين تہ،”درويش! تون اهڙيون شيون ضايع ڪري ڇڏيون، جيڪي وري هٿ اچي نہ سگهنديون. انهن ڪتابن ۾ اهڙا نادر نڪتا هئا، جن جو نعم البدل نہ ٿو ملي سگهي.“ شمس حوض جي اندر هٿ وجهي سمورا ڪتاب ڪيس ٻاهر ڪڍي ڏنا. ڪمال اهو جو اهي سمورا ڪتاب خشڪ هئا، ڄڻ انهن کي پاڻي لڳو ئي ڪو نہ هو. مولانا کي ڏاڍي حيرت ٿي چيائين تہ ”هي ڇا آهي“؟ شمس چيس تہ، ”هي عالمِ حال جون ڳالهيون آهن، جن جي توکي خبر نہ آهي.“ ان کان پوءِ هو سندس معتقد ٿي ويو.

ابن بطوطه سير سفر ڪندي جڏهن قونيه پهتو ته مولانا جي قبر جي زيارت ڪيائين. هن پنهنجي سفرنامي ۾ مولانا جو ڪجهه احوال لکيو آهي ۽ شمس جي ملاقات واري روايت، جيڪا اتي مشهور هئي، سا لکي اٿائين، جيڪا هن ريت آهي:

”مولانا پنهنجي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. هڪ ڏينهن هڪ شخص حلوو وڪڻڻ لاءِ ان مدرسي ۾ آيو. هن حلوي جا ننڍا ننڍا ٽڪر بنائي ڇڏيا هئا ۽ هڪ پيسي ۾ هڪ ٽُڪر وڪڻي رهيو هو. مولانا ڪانئس هڪ ٽُڪر ورتو ۽ کائي ڇڏيائين. حلوو ڏيئي هو ته هليو ويو. حلوو کائڻ کان پوءِ مولانا بي اختيار اٿيو ۽ خبر ناهي ته ڪيڏانهن هليو ويو. سالن تائين سندس ڪا خبر پئجي نه سگهي. ڪيترن سالن کان پوءِ جڏهن واپس موٽي آيو ته ڪنهن سان ڳالهائيندو ڪو نه هو. جڏهن ڳالهائيندو هو ته سندس زبان مان شعر نڪرندا هئا. سندس شاگرد اهي شعر لکندا ويندا هئا. اهيئي شعر جڏهن گڏ ڪيا ويا ته مثنوي بڻجي وئي“. ابن بطوطه اهو واقعو ٻڌائڻ کان پوءِ لکيو آهي، ته انهيءَ طرف مثنوي جي وڏي عزت ڪئي ويجي ٿي ۽ ان جو درس ڏنو ويندو آهي. خانقاهن ۾ جمع جي رات اها پڙهي ويندي آهي. بهرحال، شمس تبريز جي جدائي مولانا کي بيقرار ڪري وڌو.

هڪ ڏينهن انهيءَ بيقراريءَ واري حالت ۾ گهر کان نڪتو. وات تي شيخ صلاح الدين زرڪوب جو دڪان هو. جيڪو چانديءَ جا ورق ڪُٽي رهيو هو. مولانا تي هٿوڙي جي ٺَڪ۔ ٺَڪ واري آواز

سماع جو اثر پيدا ڪيو تنهن ڪري هُو اتيئي دڪان جي سامهون بيٺو رهيو ۽ هٿوڙي جي آواز کان لطف اندوز ٿيندو رهيو. ڪجهہ دير کان پوءِ مٿس وجد جي حالت طاري ٿي وئي. صلاح الدين مولانا جي اها حالت ڏسي ورق ڪُٽيندو رهيو. تان جو سندس ڪافي چاندي ضايع ٿي وئي، پر هُو ان ڳالهہ کان بي فڪر ٿي هٿوڙو هلائيندو رهيو. آخر هُو دڪان کان ٻاهر آيو. مولانا کيس ڀاڪر پاتو ۽ ان جوش ۽ مستي ۾ منجهند کان ٽِپهريءَ تائين هيءُ شعر ڳائيندو رهيو:

يکي گنجي پديد آمد ازين دُڪانِ زر کوبي
زهي صورت زهي معني زهي خوبي زهي خوبي

صلاح الدين اتي بيٺي بيٺي دڪان لُٽائي ڇڏيو ۽ ڪپڙا ڇنڊي مولانا جو ساٿي بڻجي ويو. هو شروع کان ئي صاحب حال هو. سيد برهان الدين محقق جو مريد هو ۽ ان لحاظ کان مولانا جو هم استاد ۽ مولانا جي والد جي شاگرد جو شاگرد هو.

مولانا کي صلاح الدين جي صحبت ۾ ڏاڍو سُرور مليو. 9 ورهيہ سندس صحبت ۾ رهيو. جنهن مقصد لاءِ مولانا، شمس تبريز کي ڳولهيندو رهيو سو کيس صلاح الدين کان حاصل ٿي ويو.

مولانا، صلاح الدين جي شان ۾ نهايت ذوق ۽ شوق سان غزل لکيا. هڪ غزل ۾ فرمائين ٿا:

مطربا اسرار مارا باز گو
قصہ هايي جان فزا را باز گو

ماؤهــان بربســتہ ايــمر از ذكــر اُو
تــو حــديث دل كــشارا بــاز گــو
چــون صــلاح الــدين صــلاحِ جــانِ ماســت
آن صــلاحِ جــان هــارا بــاز گــو

مولانا جي پراڻن ساٿين کي مولانا جي زرڪوب سان ايڏي قربت ۽ محبت نہ وڻندي هئي. هو سوچيندا هئا تہ هڪ اڻپڙهيل سان مولانا جي ايڏي عقيدت نہ ٿي ٿيي. هُو مولانا جو ايڏو همراز ۽ همدم ٿي ويو آهي ۽ مولانا جڻ سندس مريد ٿي ويو آهي. انهن ڳالهين تي هُو سخت ناراض ٿيا ۽ سوچيائون تہ صلاح الدين سان خراب ورتاءُ ڪريون، پر جڏهن هنن ڏٺو تہ ڇا بہ ڪريون، مولانا هن کان قطع تعلق ٿي نہ ٿو سگهي، تنهن ڪري هنن پنهنجو اهو ارادو بدلائي ڇڏيو. مولانا پنهنجي پياري پٽ سلطان ولد جي شادي صلاح الدين جي نياڻيءَ سان ڪرائي. سپهہ سالار لکيو آهي تہ، ”صلاح الدين 10 سالن تائين مولانا جي صحبت ۾ رهيو. 664هہ ۾ بيمار ٿي پيو. ٿي چار ڏينهن بيمار رهي وفات ڪري ويو. مولانا کيس پنهنجي والد جي پير ۾ دفن ڪيو. صلاح الدين جي جدائي ۾ هڪ غزل لکيائين، جنهن جو مطلع آهي:

اي زهجــران در فراقــت آســمان بگريســتہ
دل ميــانِ خــونِ نــشتہ عقــل و جــان بگريــستہ

صلاح الدين جي وفات کان پوءِ مولانا، حسام الدين چلپي کي پنهنجو همدم ۽ همراز بڻايو (جيڪو سندن خاص معتقدن مان

هو) ۽ جيستائين جيئرو رهيو ان جي ئي صحبت مان سُرور حاصل ڪندو رهيو. مولانا جو ان سان اهڙو رويو هوندو هو جو ائين لڳندو هو ڄڻ مولانا سندس مريد آهي. هُو بہ مولانا جو ادب ۽ احترام ڪندو هو. حسام الدين جي ئي گذارش تي مولانا مثنوي لکي.

مولانا جي وفات 672هہ ۾ ٿي. لال شهباز قلندر رح جي وفات هڪ سال بعد 673هہ ۾ ٿي. دنيا ۾ فقط ٻہ خانقاهون اهڙيون آهن، جتي 24 ڪلاڪ راڳ هلندو رهي ٿو. هڪ قونيہ ۾ مولانا روم جي درگاهہ تي، ٻيو حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي جي درگاه تي. فرق اهو آهي تہ مولانا روم جي درگاه تي 24 ڪلاڪ مثنوي جي ڪيسٽ هلندي رهندي آهي، فقط عُرس جي موقعي تي هڪ خاص قسم جي محفل سماع منعقد ٿيندي آهي، جنهن ڪي درويشن جو ناچ ڇيو ويندو آهي. باقي ڀٽائي جي درگاه تي 24 ڪلاڪ فقير، ڀٽائي جو راڳ ڳائيندا رهندا آهن. مگر لال شهباز قلندر رح جي درگاه تي هڪ خاص قسم جي ڌمال لڳندي آهي. مقصد سڀني جو انسان ذات سان پيار ۽ ڀائپي پيدا ڪرڻ ۽ سندن روح ڪي راحت ۽ دل ڪي فرحت ڏيڻ آهي. شل صوفين جون خانقاهون سدا آباد رهن. آمين

## حوالا :


1. سيرت پاڪ عثمان مروندي رح المعروف حضرت لعل شهباز قلندر رح . سيد ارتضيٰ علي ڪرماني
2. سوانح مولانا روم، شبلي نعماني

3. سفيفتہ الاوليا، دارا شڪوه، اردو ترجمو پير غلام دستگير نامي
4. تذڪره اولياءِ پاڪستان، (جلد اول و دوم) عالم فقري
5. تاريخ فيروزشاهي، ضيا برني
6. حديقتہ الاوليا، سيد عبدالقادر ٺٽوي، (سنڌي ترجمو) ڊاڪٽر عبدالرسول قادري
7. تاريخ ابن خلدون.

# قلندري مشرب تي هڪ نظر

قلندري مشرب ڪڏهن کان شروع ٿيو؟ ان جو جواب اسان کي تصوف جي مشهور ڪتاب "مفتاح الغيب" مان ملي ٿو. ان ۾ ڄاڻايل آهي ته قلندري مشرب جي ابتدا هن ريت ٿي: حضرت عبدالعزيز مڪي اصحابہ صفہ مان هو ۽ سڀ کان پهرين نبي سڳوري ﷺ ان کي قلندر جو لقب ڏنو.

حضرت عبدالعزيز مڪي وڏي عمر وارو، مست ۽ مجذوب فقير هو. ان جي جذب ۽ استغراق جا ڪيترائي قصا مشهور آهن، هتي مثال طور هڪ واقعو پيش ڪجي ٿو:

هڪ ڀيري نبي سڳوري ﷺ سان گڏ ڪيڏانهن وڃي رهيا هئا ته واٽ تي استغراق ۾ اچي ويا. باطني ڪيفيت ڪين دنيا وما فيها کان بي خبر ڪري ڇڏيو. انهيءَ جذب ۽ محويت جي عالم ۾ پورا ٽيهه ورهيہ ان ئي حجري ۾ رهيا، جيڪو حضور جن ٺهرايو هو. تان جو هڪ ڏينهن حضرت علي عليہ السلام صفين واري جنگ جي تياري ڪئي، طبل، نغارن ۽ گهوڙن جو آواز ٻڌي هوش ۾ اچي ويا. پڇيائون ته "حضور جن ڪٿي آهن؟ پاڻ سڳورن جو لشڪر ڪهڙي طرف آهي؟" ته حاضرين مان هڪ شخص کين جواب ڏنو ته پاڻ سڳورا وصال ڪري ويا آهن ۽ ڪائنن پوءِ ٽن خليفن جو دور پڻ ختم ٿي چڪو آهي، هينئر علي المرتضيٰ جي خلافت جو دور آهي. ايتري ۾ جڏهن شاهي لشڪر ويجهو آيو ۽ ماڻهن موليٰ عليءَ کان پڇيو ته "هي

ڪير آهي؟“ موليٰ علي فرمايو ته: ”هي رسول اللهﷺ جن جو علمبردار اصحاب صفه وارو شيخ عبدالعزيز مڪي قلندر ۽ مجذوب آهي، پوءِ ان ئي مهل حضرت عبدالعزيز مڪي رحمة الله موليٰ علي جي مبارڪ هٿ تي بيعت ڪئي ۽ اسلامي لشڪر ۾ شامل ٿي ويو.

مولانا عبدالقادر جونپوري پنهنجي هڪ نظم ۾ اهو واقعو هن ريت بيان ڪيو آهي:

خواجه عبدالعزيز عبدالله
آن عَلم دارد مصطفيٰ زِ سپاه
يا نبيﷺ بود در سفر بوياق
درمکان گرفتش استغراق
تازماني ک حيدرِ صفدر
سُوي صفين راند بالشکر
شغب لشکرش بگوش رسيد
ب رفاقت درآمد و بديد
گفت ک مصطفيﷺ و لشکرِ او
من فدا و غلام و چاکر او
قوم گفتند رفت از دُنيا
زپس او سي مرد از خلفا
اين وصي و سيست شيرِ خدا
اين علي مرتضيٰ امير هُدا
تا بدولت بآن جناب رسيد
بيعتش کرد و خدمتش بگريد

# صوفي سڳورا ۽ سماع

لفظ صوفي جي تعريف ۽ تشريح تصوف جي ڪتابن ۾ تفصيل سان موجود آهي. هڪ محقق ارد شير العبادي جو چوڻ آهي تہ "اصل صوفيٰ از صفوت گرفتہ اند" يعني صوفي جو اصل صفوت آهي ۽ تصوف جو اصل صوف آهي. صفوت جي معنيٰ آهي ڪدورت کان پاڪ ٿيڻ. اهو پگهاريل سون، جنهن مان قيت ڏار ڪئي وڃي، ان کي صافي چوندا آهن. اها دل جيڪا نفساني خواهشن کان پاڪ هجي، ان کي بہ صافي چيو ويندو آهي ۽ اهڙي دل واري کي صوفي چيو ويندو آهي. مطلب تہ پهريائين پنهنجو اندر اُجاري، سينو صاف ڪري ان کان پوءِ صوف (اُن) جي پوشاڪ پهري وڃي، جيڪا اهل صفا جي پوشاڪ آهي.(1)

لفظ سماع جي لغوي معنيٰ آهي ٻڌڻ. مگر ان جي اصطلاحي معنيٰ آهي سهڻو آواز وجد و حال، سرور ۽ رقص. ان کي غنا ۽ موسيقي بہ چيو ويندو آهي. جيڪڏهن اهو لفظ سِماع پڙهيو ويندو تہ فارسي زبان ۾ ان جي معنيٰ سُرود ۽ نغمو آهي.

"سماع هڪ ڪيفيت آهي، جيڪا الله تعاليٰ طرفان دل ۾ پيدا ٿئي ٿي. دل کي غيب جا احوال ٻڌائي ٿي ۽ عهد ازل (عهد الست بربڪم) جي ياد ڏياري ٿي. "تذڪرة االاوليا ۾ آيو آهي، تہ جڏهن سهل بن عبدالله تستريؒ (وفات 238هہ) سماع ٻڌندو هو تہ وجد ۾ اچي

ويندو هو ۽ ڪيترائي ڏينهن ان وجد جي ڪيفيت ۾ رهندو هو. ماني ٽِڪي ڪونہ کائيندو هو ۽ سردي جي موسم ۾ بہ ڪيس ايڏو پگهر ايندو هو جو سندس ڪپڙا آلا ٿي ويندا هئا.“(2)

سماع دوست صوفين جو چوڻ آهي تہ سماع زنده انسانن لاءِ راحت آهي، پر اها ڳالهہ اهلِ دل ۽ عاشق ئي سمجهي سگهن ٿا.

سماع آرام جان زندگان است
کسي راند کہ اورا جانِ جان است

صوفين جو چوڻ آهي تہ حق جي منڪرن جي مذهب ۾ سماع حرام آهي، مگر عاشقن جي مذهب ۾ سماع حلال آهي.

در مذهبِ منکران حرام است سماع
در مذهبِ عاشقان حلال است سماع

اهوئي سبب آهي جو سماع صوفي بزرگن جو پسنديده مشغلو رهيو آهي. خاص طور چشتي سلسلي جا بزرگ سماع سان گهڻو چاهہ رکندا هئا. ڪنهن بزرگ جو قول آهي تہ انسان جي اندر چار شيون آهن: روح، دل، طبع ۽ عقل. جڏهن راڳ ڳايو ويندو آهي تہ روح ان راڳ طرف متوجہ ٿيندو آهي. دل شعر جي مضمون ۽ موزونيت ۾ محو ٿي ويندي آهي. عقل شاعر جي دانائيءَ تي دنگ رهجي ويندو آهي ۽ طبيعت موسيقيءَ جي فن ڏانهن مائل ٿي ويندي آهي. مطلب تہ انهن مڙني کي محفل سماع ذريعي غذا ملي ويندي آهي. ان ريت انسان جي اندر مان بُغض، حسد ۽ دک درد دور ٿي ويندا

آهن ۽ ڪيس دلي سڪون حاصل ٿيندو آهي. ان ڪري صوفي، سماع جون محفلون مچائيندا رهيا.

حضرت محمد ﷺ جن جو فرمان آهي تہ ”زيّنو القرآن بأصواتِڪم.“ يعني قرآن کي پنهنجن آوازن سان زينت ڏيو. ڪي عالم وري ان جي هيءَ معنيٰ ڪن ٿا. سندن چوڻ مطابق ان جي معنيٰ آهي ”پنهنجن آوازن کي قرآن سان زينت ڏيو.“ بهرحال، مطلب اهو آهي تہ قرآن پاڪ سهڻي آواز سان پڙهو. حضرت دائود عليہ السلام اهڙي تہ سهڻي آواز سان زبور پڙهندو هو جو ماڻهو ان آواز تي موهت ٿي بيهوش ٿي ويندا هئا ۽ ڪي تہ فنا ٿي ويندا هئا. ايتري قدر جو شيطان کي ڳڻتي ڪائي وئي. هن ڏٺو تہ حضرت دائود عليہ السلام جو منڙو آواز ماڻهن جي دلين ۾ ايترو تہ پيٺل آهي جو هو (شيطان) انهن جي دلين ۾ وسوسا يعني شيطاني خيال وجهي نہ ٿو سگهي.

ان مان اهو ظاهر ٿيو تہ خوش الحاني يعني سهڻو آواز هڪ معجزو آهي ۽ معجزي جو وڏو مقام آهي. سهڻي آواز ۾ سهڻي شاعري ٻڌڻ سان محفل سماع ۾ ماڻهن جون دليون پاڪ ۽ صاف ٿي وينديون هيون.

سماع جي تعريف، تشريح ۽ ان جي آداب متعلق تصوف جي ڪتابن ۾ ٿورو گهڻو مواد موجود آهي، پر ان موضوع تي سڀ کان گهڻو مواد ٻن ڪتابن هڪ ’معدن المعاني‘ ٻيو ’مڪتوبات سہ صدي‘ ۾ ملندو.

مڪتوبات سہ صدي ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ: سماع حلال بہ آهي تہ حرام بہ آهي، مڪروھ بہ آهي تہ مباح بہ آهي. جيڪڏهن سماع ٻڌڻ سان دل حق جي طرف مائل ٿئي تہ اهو حلال آهي ۽ جيڪڏهن

دل مجاز جي طرف مائل ٿئي ته اهو حرام آهي. پر جيڪڏهن دل ڪجهه حق ۽ غيرحق طرف متوجه ٿئي ته اهو مڪروهه آهي ۽ حق ۽ مجاز ٻنهي طرف مائل ٿئي، پر حق جي طرف گهڻو لاڙو رکي ته پوءِ اهو مباح آهي.

مطلب ته سماع حق وارن لاءِ مستحب، زاهدن لاءِ مباح ۽ نفس جي پوئلڳن لاءِ مڪروه آهي.(3) جيڪڏهن سماع ڪنهن دنيوي فائدي لاءِ آهي ته اهو مذموم آهي، پر جيڪڏهن حقيقت جي طالب لاءِ آهي ته پوءِ اهو محمود آهي.(4)

سماع جي محفل لاءِ ٽي شرط ضروري آهن. (1) جڳهه، (2) شريڪ ٿيندڙ (3) وقت. جڳهه يعني جتي سماع جي محفل منعقد ٿئي، اها مشائخن جي جڳهه هجي. اها پاڪيزه، ڪشادي ۽ روشن هجي. ان محفل ۾ شريڪ ٿيندڙ اهو درويش يا ان جا دوست بااخلاق ۽ نظم و ضبط وارا هجن ۽ وقت مان مراد اها آهي ته ان وقت دل سيني شين کان خالي هجي.(5)

سماع جي مجلس منعقد ڪرڻ مهل ان جي آداب جي پابندي پڻ ضروري آهي. مثلاً شريڪ ٿيندڙ گوڏا کوڙي ادب سان ويهن. مٿو اڳين طرف جهڪيل هجي. ساڄي يا کاٻي نهارڻ نه گهرجي. هٿ يا مٿو لوڏڻ نه گهرجي. اڃ لڳي ته پاڻي نه پيئڻ گهرجي. پاڻ ۾ ڳالهائڻ نه گهرجي. قوال جي فن تي داد نه ڏيڻ گهرجي. شعر سهڻي نموني پڙهڻ جي فرمائش نه ڪجي. دل حق سبحانهٗ و تعاليٰ جي طرف مائل رکڻ گهرجي.(6)

ڪن بزرگن جو چوڻ آهي تہ محفل سماع ۾ راز جون ڳالهيون ٻڌائڻ نہ گهرجن. مشهور صوفي بزرگ شريف الدين احمد کي سندس مرشد نصيحت ڪئي هئي تہ محفل سماع جي موقعي تي ڪڏهن بہ ڳُجهيون ڳالهيون ظاهر نہ ڪجو. جڏهن بہ سماع جي محفل ٿيندي هئي تہ وجد ۾ اچي ويندا هئا. پوءِ اڪيلا ٿي ويندا هئا ۽ ڪمري جو در بند ڪري ڇڏيندا هئا، اتي ڪنهن کي بہ وڃڻ جي اجازت ڪانہ هوندي هئي.

مشهور بزرگ شيخ احمد عبدالحق نوشہ رودلوي جو سماع سان تمام گهڻو شوق هوندو هو. جڏهن سماع جي محفل ۾ هوندا هئا، تہ سندن ٻئي اکيون هوا جي رخ تي هونديون هيون. ڪڏهن رئندا هئا، تہ ڪڏهن وري کلندا هئا. سندن منهن مبارڪ لال ٿي ويندو هو. هڪ ڏينهن هڪ درويش کانئن پڇيو تہ: سماع جي محفل ۾ اوهان ڪڏهن اهڙيءَ ريت رئندا آهيو جو ساري مجلس روئڻ لڳندي آهي، ڪڏهن وري کلندا آهيو تہ هنن جو منهن پيلو ٿي ويندو آهي.“ فرمايائون تہ: ”جڏهن سماع وارا سماع جو جمالي صفت ۾ مشاهدو ڪندا آهن ۽ ان جو بي انداز لطف ۽ ڪرم ڏسندا آهن، تہ مرڪندا آهن ۽ جڏهن ان جو جلالي منهن ڏسندا آهن تہ پريشان ٿي ويندا آهن ۽ سندن رنگ پيلو ٿي ويندو آهي.“ سماع جي محفل کان پوءِ جو ڪجهہ گهر ۾ هوندو هونِ سو قوالن کي ڏيئي ڇڏيندا هئا.

هڪ ڏينهن جمن قوال جي ڳائڻ تي مٿن وجد ۽ ذوق واري ڪيفيت طاري ٿي وئي. جمن جي ڳائڻ کان تمام گهڻو خوش ٿيا.

فرمايائون تہ ”جيڪو گُهرڻو اٿيئي، سو گُهر.“ هن سندن خرقو (درويشي لباس) گهريو. فرمايائون تہ ”جمن ! تون اهو برداشت نہ ڪري سگهندين، ٻي ڪا شئي گُهر.“ پر هن وري بہ اها ساڳي استدعا ڪئي تہ ”اوهان جو خرقو گهرجي.“ جمن جي زور ڀرڻ تي ڪيس پنهنجو خرقو ڏيئي ڇڏيائون:

هن ٽي ڏينهن اهو خرقو پاتو. چوٿين ڏينهن دانهون ڪندو اچي سندن حضور ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ ”سائين ! واقعي اهو پهرڻ جي مون ۾ سگهہ نہ آهي. ٽي ڏينهن مان چڻ باهہ جي درياهہ ۾ هوس ۽ چوتڪاري جو ڪو ڪنارو نظر نہ ٿي آيو.“ اهو چئي اهو خرقو کين موٽائي ڏنائين. تنهن تي فرمايائون تہ ”تون اهو بہ وڏو ڪم ڪيو آهي، جو ٽن ڏينهن تائين هن فقير جو اهو خرقو برداشت ڪيئي.“(7)

خواجہ معين الدين چشتيؒ (وفات 627هہ) کي سماع سان گهڻو چاهہ هو. سماع جي محفل ۾ مٿن غيرمعمولي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. هڪ ڀيرو خواجہ ابو يوسف چشتيؒ جي خانقاه ۾ ترسيل هئا، اتي مجلس سماع ۾ قوالن هي بہ شعر ڳايا:

عاشق بہ هواي دوست بيهوش بود
و زياد محبت خويش مدهوش بود

فردا کہ بہ حشر خلق حيران ماند
نام تو درونِ سينہ و گوش بود

ترجمو: عاشق دوست جي طلب ۾ بيهوش هوندو آهي ان جي محبت جي ياد ۾ مدهوش هوندو آهي. قيامت جي ڏينهن جڏهن خلق حيران ۽ پريشان هوندي تہ منهنجي دل ۾ تنهنجو نالو موجود هوندو.

حضرت خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪيؒ کان روايت آهي تہ حضرت خواجہ معين الدين چشتيؒ جي محفل سماع ۾ شيخ الشيوخ حضرت شيخ شهاب الدين سهرورديؒ، شيخ محمد ڪرمانيؒ، شيخ محمد صفاهانيؒ، مخدوم زاده شيخ برهان الدين چشتيؒ، مولانا بهاؤالدين بخاريؒ، مولانا محمد بغداديؒ، خواجہ اجل سجزيؒ، شيخ سيف الدين باخزريؒ، شيخ احمد بن محمد اصفهانيؒ، شيخ جلال الدين تبريزيؒ، شيخ اوحد الدينؒ، شيخ احمد واحدؒ، شيخ برهان الدين غزنويؒ، خواجہ سليمانؒ، خواجہ عبدالرحمانؒ ۽ بغداد جا ٻيا وڏا مشائخ پڻ شريڪ ٿيندا هئا. (8)

مشهور صوفي بزرگ خواجہ بختيار ڪاڪيؒ کي پڻ سماع جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. پاڻ سماع جون محفلون گهڻو ڪري پنهنجي رهائش واري جاءِ تي منعقد ڪرائيندا هئا، تہ ڪڏهن وري حضرت خواجہ قاضي حميدالدين ناگوريؒ وٽ، تہ ڪڏهن ڪنهن ٻئي درويش وٽ منعقد ٿيندڙ سماع جي مجلسن ۾ شريڪ ٿيندا هئا. هڪ ڀيرو هڪ مجلس سماع ۾ جڏهن قوالن هي شعر پڙهيو تہ لڳاتار ست ڏينهن ۽ ست راتيون بيهوش رهيا. فقط نماز جي مهل اٿندا هئا، نماز پڙهڻ کان پوءِ وري بيهوش ٿي ويندا هئا.

سُرود چيست کہ چندين فسونِ عشق دروُست
سُرود محرم عشق است و عشق محرم اُوست

ترجمو: راڳ ڇا آهي؟ ان ۾ ڪيئي عشق جا جادو سمايل آهن. راڳ عشق جو محرم ۽ عشق ان جو محرم آهي.

خواجه صاحب جو وصال به سماع جي اثر سبب ٿيو. هڪ ڀيري شيخ علي سجزيؒ جي خانقاه تي سماع جي محفل ٿي رهي هئي. ان موقعي تي ڪيترائي صوفي بزرگ موجود هئا. قوالن جڏهن شيخ احمد جام جو هيءُ شعر پڙهيو:

ڪُشتگانِ خنجرِ تسليم را
هر زمان از غيب جانِ ديگر است

ته مٿن وجد طاري ٿي ويو ۽ اڌ ڪنل پڪيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳا. حضرت شيخ حميدالدين ناگوري ۽ مولانا بدرالدين غزنوي کين انهيءَ حالت ۾ گهر کڻي آيا، جڏهن کين هوش آيو ته وري ساڳيو اهو شعر پڙهڻ جي فرمائش ڪيائون. شعر ٻڌي وري بيهوش ٿي ويا. چار ڏينهن چار راتيون سندن اها ڪيفيت رهي. پر جڏهن نماز جو وقت ايندو هو ته وضو ڪري فرض ۽ سنتون ادا ڪندا هئا ۽ وري ان ساڳي (بيهوشي) واري حالت ۾ اچي ويندا هئا، تانجو واصل باالله ٿي ويا. تنهن ڪري کين ”شهيدِ محبت“ چيو ويو آهي. مير حسن ان شعر تي هڪ غزل چيو آهي، جنهن ۾ حضرتؒ قطب صاحب جي شهادت جي طرف اشارو ڪندي فرمائي ٿو:

جان برين يک بيت داد ست آن بزرگ
آري اين گوهر ز کانِ ديگر است
ڪشتگانِ خنجرِ تسليم را
هر زمان از غيب جانِ ديگر است

سندن وصال 14 ربيع الاول سن 633هہ ۾ ٿيو.(9)

سنڌ ۾ صدين کان هيءَ روايت موجود آهي تہ حضرت بهاؤالدين زڪرياؒ جا مريد ۽ عقيدت مند هر سال عرس جي موقعي تي پيادل ملتان ويندا هئا. هو مختلف هنڌن تي منزلون ڪندا هئا ۽ اتي سماع جي محفل منعقد ڪرائيندا هئا. سماع جي پهرين مرحلي ۾ سنڌ جي مشهور صوفي شاه عنايت رضوي (متوفي 1713ع) ۽ شاه عبداللطيف ڀٽائي (متوفي 1752ع) جا توحيد، رسالت ۽ معرفت جي مضمونن وارا شعر پڙهندا هئا ۽ ان سان گڏ "ها، ها، هُو" جو ذڪر پڻ ڪندا هئا. ٻئي مرحلي ۾ مِيين شاه عنات رضويؒ ۽ شاه اشرفؒ جو ڪلام ڳايو ويندو هو. ٽين مرحلي ۾ مختلف شاعرن جا مرشد جي مدح ۾ چيل شعر پڙهندا هئا. پر گهڻا شعر ميين شاه عناتؒ ۽ شاه اشرفؒ ڪاماري واري جا پڙهندا هئا. نموني طور مِيين شاه عنات جو هڪ بيت پيش ڪجي ٿو:

غوثان ختم بهاؤالدين، نبيان ختم رسول
حاضر حضرت پير، موليٰ در مقبول
قادر ڪج قبول، اڳلايون عنات چئي.(10)

حضرت قاضي حميدالدين ناگوريؒ جو سماع سان بيحد شوق هو ۽ ان ذوق جي ڪري علماء ظاهر سندن خلاف فتوائون ڏنيون. پر پاڻ ان جي پرواهہ ڪا نہ ڪيائون ۽ پنهنجي ان ذوق کي قائم رکيائون. حضرت خواجہ بختيار ڪاڪيؒ پڻ ساڻن گڏ سماع جي محفلن ۾ شريڪ ٿيندا هئا.

هڪ ڀيري سلطان التمش جي محلات ويجهو هڪ درويش جي گهر سماع جي محفل جاري هئي. حضرت خواجہ بختيار ڪاڪيؒ ۽ حضرت حميدالدين ناگوريؒ ان محفل ۾ موجود هئا. ان زماني جي جيد عالمن مان مولانا رڪن الدين سمرقندي سماع جو وڏو مخالف هو. جڏهن ڪيس پتو پيو تہ خواجہ بختيارڪاڪي ؒ ۽ حضرت حميدالدين ناگوريؒ ان محفل ۾ موجود آهن، تہ ڪجهہ ماڻهو ساڻ ڪري ان درويش جي جاءِ تي پهتو تہ جيئن اها محفل بند ڪرائي. حضرت حميدالدين ناگوريؒ کي جڏهن ان عالم سڳوري جي اچڻ جي خبر پئي، تہ گهر جي مالڪ کي چيائون تہ "تون ڪٿي لڪي وڃ تہ جيئن مولانا رڪن الدين سمرقندي تنهنجي گهر ۾ اچڻ جي توکان اجازت گهري نہ سگهي ۽ جيڪڏهن هو بنا اجازت تنهنجي گهر ۾ گهڙي آيو تہ اهو شرعي حڪم جي خلاف ٿيندو."

گهر جي مالڪ ايئن ڪيو. مولانا رڪن الدين ان درويش جي گهر جي در تي اچي اندر اچڻ جي اجازت گهري. جڏهن گهر جي مالڪ کان ڪيس اندر اچڻ جي اجازت نہ ملي، تہ در تان ئي واپس موٽي ويو. ٻين موقعن تي بہ حضرت حميدالدين ناگوريؒ کي سماع کان روڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر هن ان ڳالهہ جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪئي.(11)

سلطانؒ غياث الدين تغلق هڪ ديندار ۽ حق شناس حڪمران هو. سلطان جي ان ديني مان فائدو وٺندي علماء ظاهر کانئس سماع جي ممانعت ۾ هڪ حڪم جاري ڪرايو. پر محبوب

الاهيؒ وٽ سماع جي محفل ٿيندي رهندي هئي. مغرور عالمن سندس خلاف گوڙ شروع ڪيو. سلطان غياث الدين انهيءَ مسئلي تي هڪ محضر جو اهتمام ڪيو تہ جيئن سماع جي مسئلي تي عالم ۽ مشائخ هڪ هنڌ گڏ ٿي بحث مباحثو ڪن ۽ پوءِ ڪا فتويٰ جاري ڪئي وڃي.

جڏهن عالمن ۽ مشائخن جو بحث شروع ٿيو تہ ٻنهي طرفن کان سماع جي چڱاين ۽ براين بابت دليل پيش ڪيا ويا. محبوب الاهيؒ بہ ان محضر ۾ موجود هو. صبح پهرين پهر کان سج لهڻ تائين مناظرو ٿيندو رهيو. بحث مباحثي ۾ وڏي گرما گرمي رهي. محبوب الاهيؒ نفس غنا جي جواب ۾ جڏهن حديثون پيش ڪيون تہ حنفي عالمن چيو تہ : "تون مقلد آهين، تنهنجو حديث سان ڇا وڃي، جيڪڏهن حنفي فقہ جي ڪا روايت هجي تہ اها پيش ڪر."

اهو ٻڌي محبوب الاهيؒ فرمايو، "اهو ملڪ ڪهڙي طرح آباد رهندو، جنهن ۾ ماڻهن جي راءِ کي احاديث نبوي کان وڌيڪ معتبر سمجهيو وڃي." آخر شيخ بهاؤالدين زڪرياؒ ملتاني جي ڏوهٽي مولانا علم الدينؒ جو پنهنجي دور جو وڏو عالم هو ۽ سلطان غياث الدين بہ سندس معتقد هو تنهن محبوب الاهيؒ جي حق ۾ فتويٰ ڏني. ان کان پوءِ سلطان غياث الدين تغلق محبوب الاهيؒ کي وڏي عزت ۽ احترام سان مجلس مان رخصت ڪيو. محبوب الاهيؒ جڏهن پنهنجي خانقاه موٽي آيو تہ ظهر جي نماز مهل ضياءُالدين برني، مولانا محي الدين ڪاشاني ۽ امير خسرو کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ "دهليءَ جي

فقيهن کي مون سان ڏاڍو بغض ۽ ساڙ هو ڪين موقعو ملي ويو هنن منهنجي دشمنيءَ ۾ منهنجي خلاف پنهنجي اندر جو اوبر ڪڍيو. وڏي ساڙ ۽ دشمنيءَ جو مظاهرو ڪيائون. پر مون ان موقعي تي هڪ وڏي تعجب واري ڳالهه ڏٺي. استدلال جي موقعي تي رسول اللهﷺ جن جون صحيح حديثون ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هئا ۽ مون کي چئي رهيا هئا تہ اسان جي شهر ۾ فقهي روايتن تي عمل ڪرڻ حديث کان مقدم سمجهيو ويندو آهي ۽ ان قسم جون ڳالهيون اهي ماڻهو چون ٿا، جن کي رسول الله ﷺ جي حديث تي اعتقاد نہ آهي. جڏهن رسول الله ﷺ جن جي صحيح حديث بيان ڪئي وئي تہ مڇرجي پيا ۽ چيائون تہ: ”ان حديث مان امام شافعي استدلال ڪيو آهي ۽ هو اسان جي عالمن جو دشمن آهي، تنهن ڪري اسان ڪجهہ بہ نہ ٻڌنداسون.“ حاڪم جي آڏو هو (شهر جا فقيا) غرور ۽ تڪبر ۾ بحث ڪن ٿا ۽ صحيح حديث نہ ٿا مڃين.

مون ڪوبہ اهڙو عالم نہ ڏٺو ۽ نہ ٻڌو جو سندس آڏو محمد مصطفيٰ ﷺ جون حديثون بيان ڪيون وڃن ۽ هو چئي تہ مان ٻڌڻ لاءِ تيار نہ آهيان. هي ڪهڙو زمانو آهي. هيءُ شهر، جنهن ۾ عالم سڳورا اهڙي غرور سان بحث ڪن، تہ ڪيئن آباد ٿي سگهندو؟ ممڪن آهي تہ هيءُ شهر برباد ٿي وڃي.

بادشاه، امير ۽ عوام شهر جا قاضي ۽ علماء ڄاڻين ٿا تہ هن شهر ۾ حديث تي عمل نہ ٿو ٿئي، ڪهڙي ريت نبي سڳوري صہ جي حديثن تي پختو ۽ پڪو عقيدو رکي سگهن ٿا. مون کي خوف آهي تہ

هن شهر جي عالمن جي ان بداعتقاديءَ جي ڪري هن شهر تي ڏڪار يا ڪنهن وبا جي مصيبت نہ اچي وچي.(12)

سيرالاوليا جي مصنف سيد مبارڪ امير خورد جو بيان آهي، تہ ان واقعي کان چار ورهيہ پوءِ دهليءَ جو شهر واقعي ڏڪار ۽ وبا سبب تباهہ ٿي ويو ۽ سلطان محمد تغلق پنهنجي گاديءَ جو هنڌ ديوگير ۾ منتقل ڪيو ۽ علماء بہ ڪيترين ئي مصيبتن ۾ اچي ويا.(13)

سنڌي ۽ سرائڪي زبان جو مشهور شاعر ۽ لعل شهباز قلندرؒ جو دوست خواجہ فريدالدين گنج شڪرؒ (وفات 664هہ) سماع سان تمام گهڻي دلچسپي رکندو هو. هڪ ڀيري ڪنهن سندس آڏو هيءَ رباعي پڙهي تہ هڪ ڏينهن هڪ رات بيهوش رهيو.

آن عقل کجا کہ در کمالِ تو رسد
وان دیده کجا کہ در جمالِ تو رسد
گیرم کہ تو پرده بر گرفتي ز جمال
آن روح کجا کہ در جلال تو رسد

هڪ ڀيري هڪ مجلسِ سماع ۾ هيءَ غزل ڳايو ويو.

ملامت کردن اندر عاشقي راست
ملامت کي کند آنکس کہ بینا ست
نہ هر تر دامني را عشق زیبد
نشانِ عاشقي از دور پیداست
نظامي ناتواني پارسا باش

ڪہ نورِ پارسائي شمع دلهاست

تہ مٽس بيقراري طاري ٿي وئي ۽ انهيءَ بيقراريءَ سبب ست ڏينهن سُڪر يعني بيهوشي جي عالم ۾ رهيا. بيچيني ۽ بيقراريءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن رقص بہ ڪندا هئا. نماز جي مهل عالم محو يعني هوش واري حالت ۾ ايندا هئا. نماز کان پوءِ وري بيهوش ٿي ويندا هئا.

هڪ ڀيري سماع جي حلال ۽ حرام بابت بحث ٿي رهيو هو تہ پاڻ فرمايائون تہ " سبحان الله ! ڪو سڙي خاڪ ٿي وڃي ۽ ٻيا اختلافي بحث ۾ مشغول هجن." (14)

سماع ۽ راڳ لاءِ چيو ويندو آهي تہ انساني روح جيڪو "روح ڪُل" کان جدا ٿي، هن جهان ۾ آيو تہ 'روح ڪل' (اصلي وطن) جي جدائي ۾ نغما ڳائي ٿو. رومي فرمايو آهي:

بشنو از ني چون شڪايت مي ڪند
وز جدائيها حڪايت مي ڪند

رومي رُوح کي ني (بانسري) سڏي ٿو. جنهن کي بانسن جي ٻيلي مان وڍي آندو ويو ۽ بانسري ٺاهي وئي، تہ اها بانسري پنهنجي اصلي ماڳ يعني بانس جي ٻيلي جي جدائي ۾ فرياد ڪري ٿي، جنهن کي اسان ني جو نغمو يا آواز سڏيون ٿا. ني وارو مذڪوره شعر مثنوي معنوي جو پهريون شعر آهي. ڀٽائي مثنوي رومي جو گهرو مطالعو ڪيو هو. سندس ڪلام تي مثنوي معنوي جو گهرو اثر آهي. رسالي جي قديم نسخن ۾ جيڪو پهريون بيت نظر اچي ٿو اهو پڻ مثنوي معنوي جي ان پهرين شعر جي هو بهو تصوير آهي. فرمائين ٿا

وڏيل تي وايون ڪري، ڪُنل ڪوڪاري
هُن پَن پنهنجا ساريا، هُو هنجون هڏن لئہ هاري

صوفين جو سماع بہ ان حقيقت جي عڪاسي ڪري ٿو تنهن ڪري سماع جي وڏي اهميت آهي. جهڙي ريت شريعت جا حڪم غور سان ٻڌڻ سان سمجهہ ۾ اچن ٿا. اهڙي ريت طريقت واري وات بہ سماع جي ذريعي حاصل ٿئي ٿي. ڪن محققن سماع کي ”روح جو رقص“ سڏيو آهي. سماع ڪن صوفين لاءِ روحاني سفر ۾ راهہ جو توشو تہ بڻيو آهي، پر اهو انهن لاءِ ڪڏهن بہ منزلِ مقصود ڪونہ هوندو آهي.

اهوئي سبب آهي جو ڪي صوفي سونهارا سماع کي روح جي غذا سمجهن ٿا تہ ڪي صوفي سماع جا مخالف بہ آهن.

اسان جڏهن مولانا روميؒ جي زندگيءَ تي نظر وجهون ٿا تہ معلوم ٿئي ٿو تہ شمس تبريزيؒ جي ملاقات کان اڳ هُو وڏو عابد زاهد انسان هو. درس ڏيندو هو ۽ فتوائون لکندو هو ۽ سماع کان ڪوهين ڏور هو. پر جڏهن شمس تبريزيؒ قونيہ آيو تہ رومي سندس عاشق بڻجي ويو. شمسؒ کين جو ڪجهہ چيو هُو ان تي عمل ڪندو رهيو.

هڪ ڏينهن شمس کيس چيو تہ ”سماع ٻڌندو ڪر، تنهنجي من ۾ جيڪا خواهش آهي ان ۾ اضافو ٿيندو. سماع ماڻهن لاءِ ان ڪري حرام آهي، جو عام طور تي ماڻهو دنيا جي حرص و هوس ۾ مبتلا رهن ٿا. اهڙا ماڻهو جڏهن سماع ٻڌن ٿا، تہ سندن بدڪرداري ۾

بچڙائي ۾ اضافو ٿئي ٿو ۽ اهي وڏائي ۽ دنياوي خواهشن ۾ مبتلا ٿي وڃن ٿا. بيشڪ اهڙن ماڻهن لاءِ سماع ممنوع آهي. ٻئي طرف اهي ماڻهو جيڪي حقيقت ۽ عشق الاهي ۾ مبتلا آهن، انهن لاءِ سماع سندن انهن خواهشن ۾ واڌارو ڪندو ۽ خدا کان سواءِ انهن جي وجدان ۾ ڪو پيو گهڙي نه ٿو سگهي. اهوئي سبب آهي جو اهڙن ماڻهن لاءِ سماع جي اجازت آهي."

روميءَ انهيءَ هدايت موجب سماع ٻڌڻ منظور ڪيو ۽ پنهنجي اکين سان اها منزل ماڻي، جنهن طرف شمس کيس توجهه ڏياري هئي ۽ هو سڄي زندگي ان تي عمل ڪندو رهيو.

هيءَ حقيقت آهي ته رومي رقص ۽ موسيقيءَ جو عاشق ٿي ويو هو. سماع رومي جي الوهي محبت جي خوراڪ بڻجي ويو ۽ هو ان ۾ گم ٿيندو رهيو. ان ڪري سندس دل کي سڪون مليو ۽ سندس تخليقي سفر جو وهڪرو شروع ٿي ويو ۽ پوءِ هن هزارين شعر تخليق ڪيا. سماع سان لنؤ لائڻ سان رومي هڪ فلسفي ۽ واعظ مان بدلجي تصوف ۽ سرمستيءَ ۾ گم ٿي ويو. هينئر هُو مقبول خطيب نه رهيو هو ۽ نه ئي عالم، زاهد ۽ مدرسي جو معلم، پر هو هڪ اهل دل صوفي بزرگ بڻجي ويو هو." (15)

بهرحال، مولانا روميءَ جو سماع سان ايڏو عشق هو جو قونيه ۾ سماع جون محفلون مچائيندو رهيو. سماع جي مخالفن کي ڏاڍي مٺيان لڳي. هنن قونيه جي قاضي کي درخواست ڏني ته سماع حرام آهي، تنهن ڪري سماع جون محفلون بند ڪرايون وڃن. پر هُو هڪ

روشن خيال قاضي هو تنهن ڪري هن اها درخواست رد ڪري ڇڏي. پر پوءِ به ڪي تنگ دل ۽ تنگ نظر ملان ۽ مولوي مولانا کي ڏاڍو تنگ ڪندا رهيا. پر هن ان جي ڪابه پرواهه نه ڪئي. هن اعلان ڪيو ته هُو دنيا جا سمورا منصب ۽ خواهشون ڇڏڻ لاءِ تيار آهي، پر سماع ڪونه ڇڏيندو. هن سماع جي حمايت ۾ اهڙا ته دليل ڏنا، جو مخالفن پشيمان ٿي ڪانئن معافي ورتي ۽ واعدو ڪيو ته هو آئينده انهيءَ موضوع تي ڪڏهن به ڪنهن جي دل آزاري نه ڪندا.

مولانا روميؒ وانگر شاهه لطيفؒ جو به راڳ سان اهڙو عشق هو جو هُو سڀ ڪجهه ڇڏڻ لاءِ تيار هو پر راڳ ڇڏڻ لاءِ هرگز تيار نه هو. هن اهو نينهن جو ناتو توڙ نڀايو. سندس وصال به راڳ واري محفل دوران ٿيو.

سڄي دنيا ۾ صوفين جون فقط به خانقاهون اهڙيون آهن، جتي هر وقت راڳ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. هڪ قونيه (ترڪي) ۾ مولانا رومؒ جي خانقاهه، ٻي سنڌ ۾ ڀٽ شاهه تي شاهه لطيفؒ جي خانقاهه. هن فقير کي مولانا رومؒ جي مزار پُرانوار جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو آهي. اتي چوويهه ئي ڪلاڪ مثنوي جي ڪيسٽ هلندي رهي ٿي. رڳو عرس جي موقعي تي ڪجهه فقير مخصوص لباس ۾ رقص ڪن ٿا، جن کي درويشي رقص سڏيو وڃي ٿو. پر ڀٽائي جي درگاهه تي چوويهه ئي ڪلاڪ راڳ ٿيندو رهي ٿو رڳو نماز جي مهل وقفو ڪيو ويندو آهي. مولانا روميؒ ۽ شاهه لطيفؒ جو راڳ سان اهڙو عشق تي ويو هو جو ان عشق جو اظهار اڃا جاري آهي، جيڪو روح کي راحت ۽ دل کي

فرحت ڏيندو رهي ٿو ۽ قيامت تائين اهو سُرود ۽ سُرور جاري رهندو.

## حوالا:


1. صوفی نامہ، ص22-23، بحوالہ سماع وموسیقی تصوف میں، ڈاکٹر ظہیر احمد صدیقی، تخلیقات لاہور
2. سماع وموسیقی تصوف میں، ص1
3. مڪتوبات سه صدي، مخدوم الملڪ شرف الدين احمد منيري، ص 276
4. معدن المعاني، مولانا زين بدر، ص 467
5. ايضاً ص 462-463
6. مڪتوبات سه صدي، ص 270-71
7. بزم صوفيه، سيد صباح الدين عبدالرحمان، ص 430-31
8. ايضاً، ص 417
9. ايضاً، ص 56
10. فوائدالفواد ص 144 ۽ بزم صوفيه ص 85-86
11. مبين شاه عنات جو ڪلام ص 90
12. بزم صوفيه ص 91-92
13. سيرالاوليا، امير خورد ص 802
14. ايضاً ص 806
15. بزم صوفيه، ص 136
16. ظفر عظيم، رومی کے نغمے ص 151، لبرٽي بڪس سن 2002ع

بسم الله الرحمٰن الرحيم

جام مهر علی ز در دستم
بعد از جام خوردم مستم
قمر اندر قلندری بستم
از دل پاک حیدری هستم

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

از مِي عشق شاد و سر مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم
من بغیر از علی ندانستم
علی ولی الله از ازل گفتم

حیدریم قلندرم مستم
بند■ مرتضیٰ علی هستم

اسد الله، هم ید الله است
ولی الله، مظهر الله است
حجت الله، قدرت الله است
بی نظیر او ذات الله است

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

شاه اقلیم هل اَتیٰ خوانم
مالك تختِ کل کفیٰ خوانم
صاحب سیف لا فتیٰ خوانم
والی تاج اِنّما خوانم

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

به این مدح شاه می بویم
جُز علی دیگر نمی جویم
من علی دانم و علی گویم
چون نصیری که بنده اویم

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

وصی مصطفیٰ علی است بگو
بخدا رهنما علی است بگو
سرور اولیا علی است بگو
نور ایمان ما علی است بگو

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

آن علی است ساقیء کوثر
آن علی قاسم نعیم و سقر
آن عمل حاکم قضا و قدر
قنبرش را منم زجان قنبر

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

سرور ہر کہ مرتضیٰ باشد
پیروِی دینِ مصطفیٰ باشد
بی شک او شخص اولیا باشد
در او نامِ مرتضیٰ باشد

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

پیر من شاہ مِنَ اللہِ من است
نور ایمان حُب شاہ من است
از لطف و کرم پناہ من است
صادقم شاہ من گواہ من است

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

رویتش رویتِ خدا دانم
نور چون از خود چرا دانم
ذات پاکش جُدا نمی دانم
رتبئہ ذات مصطفیٰ دانم

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

نور تابان مہر شاہ نجف
حسن المجتبیٰ بود اشرف
دامن او بود مر در کف
نیست باقی سر از خوف تلف

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

گوہر شاہسوار ابن علی
گشت زاو روشنی خفی و جلی
شاہ شاہان حسین ابن علی
گردن دشمنش زنم ازلی

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

نور چشم شهید کربلا
عابدین شاہه راضی رضا به قضا
ہر که ظالم بود آن العبا
لعن خصمش کنم به صبح و مسا

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی ہستم

باصفات علی ابن ابی طالب
مہدی و ہادی شه و غالب
حب آن شہنشاه، برہمه واجب
بر ظهورش منم زجان قالب

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی ہستم

سرگروهِ تمام رندانم
رہبرِ سالکان عرفانم
ہادیءِ عاشقانِ مستانم
گه سگِ کوی شیرِ یزدانم

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی ہستم

یا علی ولی شاهِ مردان
به حق مصطفیٰ و عزت آن
که به جانم به شهر سیوستان
به نجف زود تر مرا برسان

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

از سه کن به حشمت وجاهش
منم شهباز بنده درگاهش
به وصالش بود مرا خواهش
هر زمان ز خانم آگاهش

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

گر تو ای مومن و صف حیدر
روز و شب گو ثنای آن صفدر
آنکه بد گو است جای سقر
دشمن او ست در عذاب سقر

حیدریم قلندرم مستم
بنده مرتضیٰ علی هستم

نرسد کی بہشت و جاہش
منم عثمان مروند بندہ درگاہش
ہر زمان است حال ما آگاہش
بہ وصالش بود سدا خواہش

حیدریم قلندرم مستم
بندہ مرتضیٰ علی ہستم

گر تو بخواہی ای دلا تا شاہ باشی دائما
بندی کمر آن متکا الا علیٰ اللہ رزقہا

رزق مقدر بی طلب آید ترا در روز شب
راستی بگفتم زین سبب الا علیٰ اللہ رزقہا

قرآن را برحق شہر، آیت ببین با دل اگر
از بحر روزی غم مخور الا علیٰ اللہ رزقہا

ای آنکه در دل حق ترس او روا دین است بس
باید بگیرد این درس الا علیٰ اللہ روزقہا

داری شرف ای دل اگر ہردم بمان تو بی فکر
برکوہ باشی یا بہ بر الا علیٰ اللہ رزقہا

شہباز تن را شاد کن خود خانه دل آباد کن
این حق سخن را یاد کن الا علیٰ اللہ رزقہا

خودی کفر است اگرچه پارسای صد ہزاران است
خدا را آشکارا درمیانِ بیخودان دیدم

اگر 'ہو' ی خودی ماند ہزاران پرده ہا باشد
فنا دیدم بقا باالله میانِ عارفان دیدم

زہی دیده ہمان دیدم که جز او ہم نمی بیند
بحمدالله که این دیده بصاحب دیدگان دیدم

بغیر عشق نبود فہم کردن سّر آن حضرت
کمانِ عشق باید درمیانِ خانگان دیدم

به یک پرواز می بینم که شہبازم بگویم حق
مُنوّر چشم باطن عین خود را عین آن دیدم

āهی بر تخت گریانم āهی بردار خندانم
عجائب ہا که من دیدم نه دید است و نه دید استم

āهی قرآن می خوانم āهی زنّار می بندم
āهی در مذہبِ ترسان پی محنت کشید استم

دو صد جامِ کهن کردم لباسِ فقر پوشیدم
برآن برجی که من بودم ہزاران یک رسید استم

رقصیم به رقصیم که خوبانِ جهانیم
نازیم به نازیم که در عینِ عیانیم

چون تشنه بباشیم که دریای محیطیم
چون گنج بجوئیم که ما گوهرِ کانیم

نه آبیم و نه بادیم و نه خاکیم و نه آتش
مائیم به هر صورت و ماکون و مکانیم

نه اسمیم نه جسمیم نه بسمیم و نه سُمیم
نه سمیم نه جیمیم نه اینیم و نه آنیم

در عقل نه گنجیم که آن نور خدائیم
در فهم نیائیم که بی نام و نشانیم

من آن دُرم که در بحرِ جلال الله بوداستم
به کوهِ طور با موسیٰ کلیم الله بوداستم

به اسماعیل پیغمبر به ابراهیم بن آذر
در آن وقتی که قربانی به قربانگاه بوداستم

اَیا ملاّ مکن ظاهر سرِ اسرار مردان را
ندانستی، ندانستم که سرّ الله بوداستم

اَیا عثمان مروندی که دو عالم بادشاهی تو
مکان تا لا مکان جایت که دل آگاه بوداستم

رسیدم من به دریائی که موجش آدمی خواراست
نه کشتی اندرآن دریا نه ملاحی عجب کاراست

شریعت کشتی دارد طریقت بادبانِ او
حقیقت لنگری دارد که راهِ فقر دشوار است

چو آبش جمله خون دیدم بترسیدم ازآن دریا
به دل گفتم چرا ترسی گذر باید که ناچاراست

ندا از حق چنین آمد مگر از جان نمی ترسی
ہزاران جان مشتاقان دراین دریا نگونساراست

بگفتم من ہمی آیم کمر بستم چو غوّاصان
چه ترسم ازنهنگانی که گل پیوسته باخاراست

ایا عثمان مروندی سخن پاپرده داران گو
بیابی در جہان یاری جهانی پُر ز اغیار است

کمندِ عشق در گردن مرا مسرور خوش آید
خم و خمارِ خم ہم ازآن مخمور خوش آید

مطلع می شود خورشید جلال من چون برآید
جمالم میکند مرہم بہ رو با نور خوش آید

تجلیٰ جلالم کرد موسیٰ را به بیہوشی
ببین کارِ جلالم را که چون برطور خوش آید

بیا ای مرد رازی بین ازآن جائی چرا لرزی
شہنشاہم به بزمِ من ہمه مذکور خوش آید

ز عشقِ دوست ہر ساعت درونِ نار می رقصم
گهی بر خاک می غلطم گهی برخار می رقصم

شدم بدنام در عشقش بیا ای پارسا ہم بین
نمی ترسم ز رسوائی سرِ بازار می رقصم

بیا ای مطرب و ساقی سماع و ذوق را در دِہ
که من از شادیِ وصلش قلندر وار می رقصم

مرا مخلوق می گوید گدا چندان چه می رقصی
به دل داریم اسراری از آن اسرار می رقصم

خلائق گر کند برمن ملامت زین سبب ہردم
مگر نازم بر این ذوقی که پیشِ یار می رقصم

اگر صوفی شوی یارم که تا این خرقه پوشیدم
چه خوش زنّار بربستم به این دیدار می رقصم

چون یارم جلوه بنماید مرا مدہوش می سازد
نمی دانم که آخر چون دمِ دیدار می رقصم

حبابِ دوستان در دل کُجا این قلقلِ مینا
که تو گر نغمه می سنجی و من بسیار می رقصم

تو آن قاتل که از بهرِ تماشه خون می ریزی
من آن بسمل که زیرِ خنجر خوانخوار می رقصم

خوشا رندی که پامالش کنم صد پارسائی را
زہی تقویٰ که من با جبه و دستار می رقصم

تپش چون حالتی آرد به روی شعله می غلطم
خلش چون لذتی بخشد به نوکِ خار می رقصم

بیا جانان تماشه کن که در انبوه جان بازان
به صد سامانِ رسوائی سرِ بازار می رقصم

منم عثمان مروندی که یارِ خواجه منصورم
نه لرزم از ملامت آن که من بردار می رقصم

من در گروه قلندر نامم بگو قلندر
دائم نه ہیچ مسجد مندر وجود اندر

من در شکم مادر کردم وجود چادر
دیدم جمال آذر توحید گفت تذدر

چون این خیال خام است گفتند تراچه نام است
گفتم مثال عام است عالم خطائی اندر

در این جہان فانی فرمود لن ترانی
سر در نبی نورانی صلواة بر پیغمبر

قلندر چه گفت گوہر داند خیال جوہر
بیوه کند چو شوہر ہر مفتی مقال منتر

# لعل شهباز قلندر ۽ سيوهڻ شريف

سيد ثابت علي شاهه سيوهاڻي

بارڪ الله راحت آبادِ ممالڪ ملڪ سنڌ،
سا، زمين هوءِ امن ۾ دائم ز آفاتِ سما.
سرزمين راحت و آسائش، خاص و عوام،
ڪشورِ امن و قرار و خوش هوا، خورّم فزا.
ملڪ سڀ معمور ۽ آباد هر شهر و بلاد،
جابجا چوُن باغِ جنت، سبزه گلزار ها.
سير گاهِ صادقان، خلوت سرائي عارفان،
مامن متوڪّلان، آرامگاهِ اوليا.
بارڪ الله، شهر سيوهڻ سنڌ جو دارلامان،
آهي دارالاوليا ۽ سنڌ نالس اصل ڪان.
شهر سيوهڻ جاءِ امن و شاهه عالم جي پناهه،
شهر سيوهڻ ڪشتيءِ نوح و قلندر ناخدا.
شهر سيوهڻ، جنهنجو شهبازِ حسيني شهريار،
اي خدا، هي شهر يارو شهر هوءِ دائم بقا.
واه سيوهڻ لعل جو جنهن ۾ حسيني لاڏلو
لعل گوهر جو بدخشان، جت هي گوهر بي بها.
لعل شهبازِ حُسيني، زبده آلِ نبي،

لعل شهبازِ حُسيني، قدوه آلِ عَبا.
شاهبازِ اوجِ عصمت، سير گاهِ لامكان،
هر دو عالم مرغزار و جا بہ قصرِ كبريا.
شاهباز قاف قدر عرش، كرسي آشيان،
صدر گاهش قدس زير، شهپر همت سدا.
قطب كامل، غوث اكمل، عارف و اصل بحق،
تارك الدنيا قلندر، طالبِ مولئ بقا.
ترك مولئ لئہ كئي لذات دنيا كُل ترك،
صدر سلطاني ڇڏي ٿيو فقر بستر آشنا.
ترك دنيا كيائين مولئ لاءِ سو مولئ مليس،
دولتِ دنيا و عقبئ سڀ كيس مولئ عطا.
خسروِ مروند نسبت كئي شہ مروندسين،
شاهہ مروندي حسيني لعل ڏيكاريو لقا.
واعدو صادق وفا كيئين، ٿيو قلندر طلب حق،
تخت و تاج و بادشاهي شاهہ تركي ٿيو گدا.
عالمِ اسباب ۾ كيئن ترك سڀ لذات عيش،
دائما سيار در سير و سفر صاحب رضا.
صرف كيئين زهد و رياضت ۾ سيئي ايام عمر،
هر مكان جائي رياضت، زهد چِلاّ جابجا.
هي خدا لئي ٿيو قلندر ۽ خدا كيو پنهنجو خاص،
منصبِ شاهنشاهي ڏئي كيو دو جڳ جو بادشاهہ.

دوجهان جاگير سيوهڻ تخت سنڌ دارالامان،
سائبانِ امنِ عالم، بارگاه عرشِ سما.
شاهه جي دستار زرڪش لعل جا زرين غلاف،
گلن ڦلن جا هار سونهن سِر جواهر جا طُرا.
لعل، تو وٽ لعل گوهر، هيري موتين جون نديون،
شاهه، تون گوهر لٽائين لعل بخشي پر پريا.
شاهه جي درگاهه ۾ دائم مداحي مدح خوان،
ڪي پڙهن قرآن ختما ۽ ڪي صلواتون ۽ ثنا.
شاهه جي نوبت نقاري جي رسي عرشين ڌمال،
گوڙ ڪان گهڙيال جي گردون جي گنبذ پر صدا.
شاهه جا جهولن جهنڊا ۽ جلوه گر نوري نشان،
مرغ و ماهي و مراتب بادشاهي سلسلا.
صحن ۾ آنگاس عالي، دست قدرت جو عَلَم،
سو لواءِ الحمد صاحب جي خليفي جو لوا.
شاه تون دريائي رحمت، لعل، تون ڪانِ ڪرم،
آئون سنڌءِ سيد سوالي، شاهه ڏس پنهنجو گدا.
شاهه 'ثابت' ڪربلائي مدح خوان تنهنجو قديم،
ڪربلائي تي ڪرم ڪر، بهر شاهه ڪربلا.
يا الاهي، تا زمين و آسمان هوءِ برقرار،
امن ۾ آباد رک هيءَ 'لعل سنڌڙي' سدا.

# مير مروندي

فقير قادر بخش ’بيدل‘

اي صبا وڃ لڳ خدا جي هڪ گهڙي،
طرف روضي شاهہ سيوستان وري،
صد تهنيت پرت مان پڙ تي پڙهي،
چئج وٽس احوال ڪر بخشش ڳري،
يا قلندر وير واهر ڪر وري،
مير مروندي رسي ڪر رهبري!

مشرق حسنين جو خورشيد تون،
مجلس ڪونين جو جمشيد تون،
جان و دل را راحت جاويد تون،
نا اميدن جي پر اميد تون،
يا قلندر وير واهر ڪر وري،
مير مروندي رسي ڪر رهبري!

بادشاها! ’بيدل‘ سندو تون غور ڪر،
حضرتا حاجت روا في الفور ڪر،
دوست همزانو ۽ دشمن دور ڪر،
عشق جي پيالي سان دل مخمور ڪر،
يا قلندر وير واهر ڪر وري،
مير مروندي رسي ڪر رهبري!

# شهباز بلند پرواز

سيد غلام محمد شاهہ 'گدا'

اي ولـي الله جـا شـهـبـاز نـوري نـامـوَر،
اي سچا سيّد خدا جا، راهہ جا تـون راهبر،
سرو بستانِ محمد مصطفيٰ خيرالبشر،
نـور چشمِ مرتضيٰ موليٰ علي والا گُهَر.

اي حسيني لاڏلا كر كا نوازش جي نظر،
عرض آءٌ هي ٿو ڪريان توشاهہ کي شام و سحر!

اي ولايت و ڪرامت جي فلڪ جا آفتاب،
حامي افتادگان، والا همر عالي جناب،
مون جِها ناقص نوازي تو لکين ڪيا ڪامياب،
منهنجو پڻ لِله ڪر هي سوال تون سگهڙو شتاب.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءٌ هي ٿو ڪريان توشاهہ کي شام و سحر!

تون خدا جو اوليا لاريب آهين ذوالعطا،
آءٌ سوالي تنهنجو آهيان سيدا صبح و مسا،
گوهرِ درج ڪرم، اي شمع جمله انبيا،
واسطي حسنين جي ڪر منهنجي تون حاجت روا.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءٌ هي تو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر!

لعل ڪيو لاهوت ۽ ملڪوت حق تنهنجو تمام،
جلوه گر جبروت جو اسرار توتي صبح و شام،
طالب المولىٰ توئي سر حلقۂ هر خاص و عام،
تارڪ الدنيا و مافيها قلندر تنهنجو نام.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءٌ هي تو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر!

لعل پنهنجو لُطف ڪر مون تي بحقِ مصطفيٰ،
هر دو عالم ۾ حمايت، منهنجي ڪر اي مقتديٰ،
ڪيم ڪر محتاج مون کي ڪنهن جو تون حق جي سوا،
اي ضعيفن جا اجها، اي بيڪسن جا پرجهلا.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءٌ هي تو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر!

عرض منهنجو سُڻ خدا و مصطفيٰ جي واسطي،
مرتضيٰ موليٰ علي مشڪل ڪشا جي واسطي،
حضرتِ زهريٰ ۽ حسن المجتبيٰ جي واسطي،
سيّد الشهداء شهيدِ ڪربلا جي واسطي.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءٌ هي تو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر!

سيدنا صديق اڪبر با صفا جي واسطي،
داد گر فاروق فائق رهنما جي واسطي،
جنهنجو تون همنام آن صاحب حيا جي واسطي،
ساقيءِ ڪوثر امام الاتقيا جي واسطي.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءُ هي ٿو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر!

آءُ غلام محمد ’گدا‘ تنهنجو هميشه مدح خوان،
ٿو گهران تو شاهه کان هر لحظه امن و امان،
هر دو جڳ ۾ ڏيو مون کي نامِ خدا عزت نشان،
۽ محمد تي سدائين صدق سين ڪلمو ڪهان.

اي حسيني لاڏلا ڪر ڪا نوازش جي نظر،
عرض آءُ هي ٿو ڪريان تو شاهه کي شام و سحر!

# قلندر لعل شهباز آ

## هدايت علي نجفي تارڪ

سخن حمدِ حق ساڻ آغاز آ، بہ نعتِ نبي روح جو راز آ،
صفت پنجتن پرت پرواز آ، سندم ورد دائم هي دمساز آ،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر خدا پاڪ جو پاڪ نور، قلندر پيغمبر جي دل جو سرور،
حضورِ قلندر، علي جو حضور، قلندر جو حسنين ڪان ٿيو ظهور،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر آ، زين العبا جو ضيا، قلندر آ باقر جو دُر بي بها،
قلندر آ جعفر سخا جو لقا، قلندر آ ڪاظم جو سِرِ صفا،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر رضا ۽ تقي جو جمال، قلندر نقي جو آ نورِ ڪمال،
قلندر حسن عسڪري جو نهال، قلندر آ، مهدي هديٰ جو مثال،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر مهِ مجمع انبيا، قلندر شهِ ڪشورِ اوليا،
قلندر رهِ حق سندو رهنما، قلندر گهِ حشر حاميءِ ما،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر شهنشاهه مروندي مير، قلندر ٿيو ڪُلّ پيرن جو پير،
قلندر آ، غوثن سين ۾ ڪبير، قلندر آ قطبن مڙين ۾ منير،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلدر ٿيو فقر جو پيشوا، هجن قادري سهروردي سچا،
هجن نقشبندي يا چشتي سدا، جلالي هجن توڙي صوفي صفا،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر جو هو 'جهوڪ' وارن تي حال، قلندر جو 'نوشهري' نورِ جمال،
'سچل' تي قلندر جو جذب و جلال، قلندر جو 'بيدل' سان قرب و ڪمال،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر 'وليّن' جي ويساهه ۾، 'يتائي' جو رهبر حقي راهه ۾،
قلندر جو انوار 'انباهه' ۾، قلندر وسي ڪُلّ درگاهه ۾.

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

جلالين کي جي مُهر تي بر ڪُلهي، تہ صوفين کي ٿي مهر دل ۾ ٿئي،
جي مُهر ۽ تراشي جلالي مچي، تہ صوفي دوئي کان صفا ٿو رهي.

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

نہ مُهر ۽ تراشي قلندر کي هُئي، نہ 'سيد علي بودلي' آ چئي،
'براهم جَتي' ۽ نہ جمن لکي، نہ 'ميران مگڻ' اولادي ناهي ڪئي،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر شهنشاه عالي جناب، شريعت، طريقت سندو آفتاب،
حقيقت نما معرفت جو سحاب، سو ابدال، اوتاد ۾ ماهتاب،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

قلندر جي در جو گداگر سدا، قلندر جو آهيان ثناگر سدا،
قلندر جو طالب، قلندر هديٰ، زبان تي قلندر دل اندر خدا،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

هي 'تارڪ' قلندر جي در جو فقير، قلندر جي باطن نظر جو فقير،
نہ مُهر ۽ تراشي اثر جو فقير، مگر ذوق ذاتي خبر جو فقير،

قلندر سخي لعل شهباز آ،
سندس عرش ڪرسي ۾ آواز آ.

# ضياءُ القلندر

## رئيس ضياءُ الدين ايس- بلبل 'ضيا'

تيو مفهوم مستيءَ جو عجب اسرار مروندي،
حياتي هيج واري جي طريقت سان تي پابندي.
خودي سانؒ خدا جي خلق ۽ دين جي ڪري خدمت،
قلندر ويا ڪري حاصل خدا جي خاص طور ’منڌي.
ڪيو ڪن دين جي تڪميل تي جاري عمل صالح،
گَتا تاويل ۾ جي پيا، ڪئي دنيا انهن گندي.
محبت ۾ پچي جو راس تي، سر جو ڪري سودو،
غبارِ راهه ان جي نقشِ پا جي چو نه ڀڪندي؟
جياري چڏ جلالي ساڻ، آهن نيم مرده جي،
اجائي جاهلن سان آ، دليلن ۾ ڏيڻ ڏندِي.
ترِيءَ تي سر رکڻ وارو ڍڪي بس لال تو لوئي،
ڇڏائي جانِ جيئڻ لئي رهي تو چوهه سان چندي.
”ضيا“ قسمت انهن جي آ، فلڪ پيما تيا جيڪي،
سياڻي سِرڻ، شهبازِ جنون سان ڪيئن پهچندي؟

(2)

# منظوم سنڌي ترجمو غزل قلندر شهباز ؒ

مرحوم رئيس ضياءُ الدين ايس- بلبل 'ضيا'

فارسي مطلع:

من آن درم که در بحرِ جلال الله بود استم،
بکوهِ طور با موسیٰ کلیم الله بود استم۔

***

تيس موتي، پيل بحرِ جلال الله ۾ آهيان،
۽ موسيٰ مثل مان حلقہ ڪليم الله ۾ آهيان.
مان بي آبِ حيات آهيان تيو باخضر زنده پڻ،
سڪندر جي بہ لشڪر سان، مان لشڪر گاهہ ۾ آهيان.
بہ اسماعيل پيغمبر، بہ ابراهيم بِن آذر
آذيءَ تي سر رکڻ جي مهل قربان گاهہ ۾ آهيان.
ڪڏهن تو تخت تي تڙپان، ڪڏهن سوليءَ تي تو مُرڪان،
عجائب اڻ ڏٺل جي چاڙهہ ۾ ۽ لاهہ ۾ آهيان.
ڪڏهن قرآن پڙهان تو، ڪڏهن زنّار تو پايان،
ڪڏهن مذهب جي محنت مان سوگهو شاهہ ۾ آهيان.
اڙي عثمان مروندي! ڪرين مستي تو عالم ۾،
سوا مستي ۽ مدهوشيءَ، نہ ڪنهن ٻئي چاهہ ۾ آهيان.

# جهولي جهولي لال قلندر

رشيد احمد رشيد لاشاري

تون ئي جلال، جمال قلندر، وحدت جو تون وصال قلندر
حال ۾ تون ئي حال قلندر، ماضي استقبال قلندر.

لال لکي لڄپال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

الا، سان جو راز تون آهين، وحدت جو آواز تون آهين،
'بانگ الست' جو آواز تون آهين، سيوهڻ جو شهباز تون آهين،

ڪامل تنهنجو ڪمال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

تنهنجو نعرو 'مست قلندر'، نيست منجهان تون 'هست قلندر'،
تون آواز 'الست' قلندر! بيشڪ بالادست قلندر!

جيڏو تنهنجو جلال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

تنهنجي ذات ۽ صفات ۾ مولي، لات ۾ مولي، تات ۾ مولي،
هات ۾ مولي، جهات ۾ مولي، بيشڪ هر هڪ بات ۾ مولي،

تنهنجي چوکي چال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

قلبِ نبي جو لخت تون آهين، لطف ۽ ڪرم جو تخت تون آهين،
حق جي گرفت ۾ سخت تون آهين، بيواهن جو بخت تون آهين،

تون روشن اقبال قلندر،
جهولي جهولي لال قلندرا!

تون ئي مرد قلندر ڪامل، احد ۽ احمد ۾ تون شامل،
’علمِ لدني‘ جو تون عامل، حق جي هدايت جو تون حامل،

ڪر ڪي پلايون پال قلندر،
جهولي جهولي لال قلندرا!

باغِ بقا ۾ تون آرامي، ’حق موجود‘ جو تون ئي حامي،
بيشڪ تنهنجو عشق مدامي، تنهنجي در تي سوين سلامي،

غوث، قطب، ابدال قلندر،
جهولي جهولي لال قلندرا!

تنهنجو شان سين ڪان نرالو اول آخر تنهنجو اُجالو
’ڪُن فَيَڪون‘ ۾ تنهنجو نالو مئي وحدت جو تون متوالو

تو وٽ جذب و حال قلندر،
جهولي جهولي لال قلندرا!

تون ئي حسيني حق حقاني، صبر ۽ سخا ۾ تون لاثاني،
ڏيهه سمورا تنهنجا ڏاني، نور نبي جي تون ئي نشاني،

تون ئي علي جا آل قلندر،
جهولي جهولي لال قلندرا!

صدقو تنهنجي رمز پليءَ جو تون ئي قادر قلب وليءَ جو
تو وٽ صادق، صدق علي[ع] جو حاتم پيتو تنهنجي گليءَ جو

ڪونهي تو وٽ ڪال قلندر
جهولي جهولي لال قلندرا

دنيا جي اڄ چال اڙانگي، نحس نسري آهي نانگي،
سڏڙا ڪن ٿا سنڌ جا سانگي، ڪيئن جهونگارن جنگهه جا جهانگي،

سڀ ڪي ڪر خوشحال قلندر
جهولي جهولي لال قلندرا

وصل جو آيو ويلو لالڻ، پل چُڪ جو پيچ پيالو لالڻ،
عشق اٿم البيلو لالڻ، ميلي ۾ ڪر ميلو لالڻ،

سڪندي گذريا سال قلندر
جهولي جهولي لال قلندرا

وارث! وحدت سان هن دل کي، ڪامل قدرت سان هن دل کي،
ازلي عظمت سان هن دل کي، درد جي دولت سان هر دل کي،

ڪر تون مالامال قلندر
جهولي جهولي لال قلندرا

ڏيهن جا ڏاتار قلندرا! ملڪن جا مهندار قلندر
عالم جا آڌار قلندرا! ٻيڙو ڪر تون پار قلندر

هيڻا آهن حال قلندر
جهولي جهولي لال قلندرا

تنهنجي سڪ جي ساري ڏسجي، ننڊ ۾ پڻ بيداري ڏسجي،
غير وٽان بيزاري ڏسجي، منهنجي قلب تي جاري ڏسجي،

دم دم تنهنجي ڌمال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

دل ۾ برهه جون باهيون ٻاري، سبق سلوڪ جا ڇڏ سيڪاري،
نظر نوازش ساڻ نهاري، سائين! سر تان سڀ ڇڏ ٽاري،

جهيڙا جنگ جدال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

پرجهل! نيٺ ڪيون تو ڀلايون، دل جون اميدون تو ئي پڄايون،
ميٺيون تو محبوب مدايون، تنهنجي صدقي ٻٽيون ڇڳايون،

منهنجا بداعمال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

لالڻ! تو وٽ لک لک زاري، داتا! دل کي ڏي دلداري،
تنهنجي در تي سؤ سؤ واري، بيشڪ ڏيندو هي 'لاشاري'،

چوهه منجهان لک چال قلندر
جهولي جهولي لال قلندر!

# قلندر لعل لاثاني

## مولوي در محمد 'خاڪ' ڪانڊڙو

زمين چا آسمانن عرش تي آواز مروندي،
پري پرواز وارن کان پري پرواز مروندي.

عجب عثمان نالو ۽ لقب شهباز شاهانو
ڏٺي جو دادلو دلبر دلي دمساز مروندي.

سدا سيوهڻ ڏسي سؤ باز اُڏرن آشياني ڏي،
نہ باشو باز پر بازن مٿان شهباز مروندي.

قلندر ڪيترا گزريا، قلندر لعل لاثاني،
مثل ماڻهو ڪتو بنيو عجب اعجاز مروندي.

اڳي ٿي اوليا هُيَڙا، سوين هن شهر سيوهڻ ۾،
مگر ممتاز منصب تي رهيو ممتاز مروندي.

پروڙي پنڌ پرڏيهي ڏسي جو ڏيهہ ڏوري سو
نظر سان نخوتي نقطو نظرانداز مروندي.

سدائين سارنگي سڪ سوز جو سرندو وڄائي پر،
سمورا ساز سوزي سوز وارن ساز مروندي،

سدا سيوهڻ ڏسي خوش "خاڪ" جي افلاڪ تي منزل،
نڏر جو نينهن سان آهي نهايت نياز مروندي.

# صاحبِ اسرار مروندي

## حافظ محمد احسن چنا 'احسن'

گروهِ اصفيا جا شاهہ ۽ سردار مروندي،
تون آهين طالبِ حق، صاحبِ اسرار مروندي.

تون اقليمِ ولايت جو تہ آهين رڪن اعظم پڻ،
۽ آهين عشق جي مي جو سدا مي خوار مروندي.

تون عالمِ، فاضل و فائق، فقيہ و قاريِ قرآن،
تون عابد، متّقي ۽ دين جو دلدار مروندي.

طريقت ۾ تنهنجو تيو لقب اعليٰ 'قلندر' آهہ،
شريعت جو تيئن پابند، تابعدار مروندي.

تون بحرِ عشق جو غوّاص، ڏين دُرِّ يگانہ تو
ميء عشقِ حقيقي سان تيئن سرشار مروندي.

ڪڏهن تون محويت ۾، وجد ۾، جوش و جلالت ۾،
ڪڏهن مستي ۽ هستي ۾، ڪڏهن هشيار مروندي.

ڪڏهن تون صوفي و سالڪ، ڪڏهن مستِ الست آهين،
ڪڏهن تون رند، تارڪ، صاحبِ افڪار مروندي.

ڪڏهن مخفي ڪرين پيو راز سڀ آگاهہ ۽ اظهر،
ٻئي بيخود هٽين پيو دم، ڪڏهن خوددار مروندي.

ڪڏهن مصلح بڻي پيو ذات انسان جي ڪرين اصلاح،
ڪڏهن گوشي نشين بڻجين تون خلوت دار مروندي.

ڪڏهن زنّار پيو پائين، ڪڏهن تسبيح پيو سورين،
ڪرين منصور جان تون رقص پيو ٻَر دار مروندي.

تو خُم خالي ڪيا ميخانهِ عشقِ الاهي جا،
پيالا پُر پياريا تو بڻي خُمّار مروندي.

لقب تنهنجا ٿيا ’سيفِ لسان‘، ’مهدي‘ ۽ ’شمسِ دين‘،
’محي الدين‘، ’شهباز‘ ۽ ’قلندر‘ وار مروندي.

ڏئي تعليم قرآني، مٽائي ڪوٽ ڪفراني،
هنيو تو نينهن جو نعرو نسنگ نروار مروندي.

هزارين تنهنجي فيضِ عام مان فيّاض بنجي ويا،
ڪيو تو بدعتن کي ’احسنِ‘ اطوار مروندي.

# فرياد بحضور قلندر

## عبدالڪريم ’گدائي‘

شهنشاهہ سلامي تنهنجا، مروندي عثمان قلندر،
آنهہ سخي شهباز اوهان جا، دارا پيي دربان قلندر!

دانهن ڪٽي اچ در تي آيم، پورا ڪر ارمان قلندر،
ويڙهيچن سان ويل وهي ويا، ڏي ڪو داتا دان قلندر!

ڪال ڪلور ڪيا ڏس ڪيڏا پنهنجي سنڌ سگھوريءَ ساڻ،
مدت گذري مينهن نہ آيا، هر ڪو آ حيران قلندر!

روهن ۾ راڪاس گهمي ويو مور اُجايل پسجن پيا،
ٻاڏائن ٿا ٻاجهہ جي خاطر، تر ۽ ڪوهستان قلندر!

ڪيت ٻنين ۾ ڏوڙ تي اُڏري، اوپڙ تي ويا سوڪ سڙي،
ڪونہ ٽريچن لاءِ رهبر آ، ٿر ۾ ڪوئي ٿان قلندر!

ساٿا شاهہ ٿيا سانگين جا، ماروئڙن مان مُرڪ وئي،
قحط ڳلور ڪيا هت ڪيڏا، سنڌ سڄي حيران قلندر!

ڏاڏاڻن جو ڏيهہ ڇڏي هي، مارو پيٽڪن مانيءَ ڪاڻ،
مال مرن ٿا ڪيت سڙن ٿا، ويڙها ٿيا ويران قلندر!

لاڪيڻن جا لاشا سائين، ڪانگن جي خوراڪ ٿيا،
رت جي بوءِ پٽن ۾ آهي، ڏرتي آ سنسان قلندر!

سالن ڪان آزادي آئي، پوءِ بہ نہ مارو ماڳ وسيا،
سيوهاڻي شهباز اسان جا، ڪيڏا نيا نقصان قلندر!

موذي مات ٿين شل سائين ڏيهہ ڏڪاريا شال مرن،
پاڻڙ پوڙ ٿئي شل تر تي، اَنُ ٿئي ارزان قلندر!

در تنهنجي تي پيارا، آهہ ’گدائي‘ جهولي جهلي،
ماروئڙا ماڳن ۾ مرڪن، اهڙو ٿئي احسان قلندر!

# سردار قلندر

## مرزا اسد علي بيگ "اسد"

مهراڻ جو موتي، دُرشهوار قلندر،
هن سنڌ سونهاري جو تيو سردار قلندر.

هو لعل حسيني اڳ ئي مروند ۾ مشهور،
سادات گهراڻي جو هو پڳدار قلندر.

سيوهڻ ۾ سڪونت تي آئي مير کي منظور،
تي تارڪِ دنيا رهيو سرڪار قلندر.

جمندي ئي تيو جام هي الست الستي،
حامي اچي هيڻن جو تيو يار قلندر.

مومن هو مجرد ب مجاهد ۽ جلالي،
منصب کان مگر پنهنجي خبردار قلندر.

هُئي راهِ علي راهِ صراط ان جي نظر ۾،
افراط ۽ تفريط کان بيزار قلندر.

حيدر جي غلامي جو رهيو ان کي فخر ناز
ڪلبِ شهِ مردان جو ڪيو اقرار قلندر.

جي عارف و عالم ٿيا يا رند ۽ عشاق،
مڙني جو سڏيو پاڻ کي مهندار قلندر،

شبّير جي غم هن کي رکيو غور ۾ غرقاب،
زندان ڪيو رقصان سرِ بازار قلندر.

گردن ۾ وجهي سنگِ گلوبندِ غلامي،
عابد جي ڪيو طوق جو اظهار قلندر.

غسّال کي ڪيئين غسل جي تختي تي هدايت،
منصور جان گويا ٿيو بردار قلندر.

ڪر پيش 'اسد' پنهنجا گلهاءِ عقيدت،
احسن ٿو سنواري اِجهو گلزار قلندر.

# رهبر قلندر

سيد انور علي شاهہ 'اظهر' گيلاني

تون آهين آلِ پيغمبر قلندر
تون اولادِ علي حيدر قلندر
نہ تنهنجو آهي ڪو همسر قلندر
تون سڀ کان افضل و برتر قلندر
نہ تنهنجو مثل ۽ مظهر قلندر
تون عڪسِ حقّ جو منظر قلندر.

ملي تنهنجو نسب نامو علي سان،
تون آهين طاهر ۽ اطهر قلندر.

شريعت تي چڙهيو رنگِ طريقت،
حقيقت ۾ حقيقت گر قلندر.

علي جي معرفت ساڻ آ،
جي ٻاهر حق آ، اندر قلندر.

'جلي' جي جوت جاڳائي علي کان،
'خفي' مان تي ويو اظهر قلندر.

اوهان جي در جو درجو ئي اُتم آ،
جهُڪن جت خادم و قيصر قلندر.

خودي ان جي خدا سان ٿي ملائي،
خدا جي راهہ جو رهبر قلندر.

دلِ ڪفّار ۾ ڪنبڻي شروع ٿي،
هنيو جيئن نعرهِ حيدر قلندر.

’هنودي‘ سازشون سڀ سرد ٿي ويون،
قدم جيئن جو رکيو رهبر قلندر.

اوهان جي ’بودلي‘ جي ڀُوتي ڀُوتي،
پڪاريندي رهي هر هر قلندر.

وٺي ’انڊير نگري‘ مان اونداهي،
ڪڍيو جيئن جو رخِ انور قلندر.

اچي ڪفّار کي ڪلمو پڙهايئہ،
مسلمانن کي مومن ڪر قلندر.

اوهان جو باغ، گلزارِ جنان آ،
سڏو سنئون خلد جو منظر قلندر.

هي ’اظهر‘ ڪلب تنهنجي در جو آهي،
تون سگ دروازهء حيدر قلندر.

ثنا تنهنجي ۾ آندو آهہ ’اظهر‘،
لکي اشعار جو دفتر قلندر.

# قلندر شهباز مروندي

## ڪريم بخش چنا ’ڪريم‘

خدايا! تنهنجي قدرت جي ثنا آهي،
جمالِ نور تنهنجي کي بقا آهي بقا آهي.
سوا تنهنجي جهان ۾ سڀ فنا آهي فنا آهي.
مناظر ۾ رڳو تنهنجو لقا آهي لقا آهي.
نقابِ جاوداني مان پرين پرتو پسائين تو،
بصائر کان رهي پاسي، لقا پنهنجو لڪائين تو.

بتايئي راز آدم کي حياتي جا، مماتي جا،
هئا مڪنونِ عالم ۾ خزانا جي خدائي جا،
پهاڙن جي بلندي کان بکائي شان ساهي جا،
پهي پاتال ۾ آٽي جواهر آبداري جا،

ڪيو مسجود هن کي تو ملائڪ جو خلائق جو،
محرّم تو ڪيو هن کي حقائق جو دقائق جو.

قلندر شاهہ کي پي تو ڪيو مامور سيوهڻ ۾،
پياريو جام الفت جو جنهين پرپور سيوهڻ ۾،
فسوق و شرڪ جو ڏاڪو ڪيو ڪافور سيوهڻ ۾،
ٿيا رنديءَ ۽ مستيءَ جا مڙئي مذڪور سيوهڻ ۾.

شريعت ۽ طريقت ۾ پلو آ شاهہ مروندي،
حقيقت، معرفت کان هو گهڻو آگاهہ مروندي.

قلندر لعل شاهن شاهہ آ مشهور ديسن ۾،
ڪرامت ۽ سخا جو شاهہ آ مشهور ديسن ۾،
صداقت جو هي سهڻو ماهہ آ مشهور ديسن ۾،
ضعيفن جو وڏو همراهہ آ مشهور ديسن ۾،

سندس پيرِ طريقت هو بهاءُالدين ملتاني،
سچاتو ڪين بيشڪ هو بهاءُالدين ملتاني.

قطب ۽ رند رباني، اسان جو شاهہ مروندي،
سچو آ غوث صمداني، اسان جو شاهہ مروندي،
سراپا نورِ رحماني، اسان جو شاهہ مروندي،
جهان ۾ ظلّ سبحاني، اسان جو شاهہ مروندي،

فضائل ۾ بڪائي مطلعِ، انوار سيوهڻ ۾،
خصائل ۾ لڪائي رهبرِ ابرار سيوهڻ ۾،

خدايا مهر پنهنجي سان جمالِ خويش ظاهر ڪر،
سندم طينت ۾ مون کي ترت اطهر ڪر ۽ طاهر ڪر،
عدوئي دين تي مون کي تون اقهر ڪر ۽ قاهر ڪر،
تخيل آرزو منهنجون سدائين بار آور ڪر،

'ڪريما!' ڪر ڪرم پنهنجو ڏڏن ڏاتار تون آهين،
زمين و آسمانن ۾ وڏي سرڪار تون آهين.

# عرفان قلندر

## سيد غلام مصطفيٰ شاھہ 'مظھر' سيوهاڻي

شهباز سخي سيّدِ ذيشان قلندر
درگاھہ سندءِ جلوه ايمان قلندر.
تو جاءِ دفن چونديو سيوان قلندر
واقع هي ڪيُئي سندّ تي احسان قلندر.

لاهي نہ سگهيا مست جي لانگن تان لنگوٽا،
مُلان ٿي منجهي پيا ٿيا حيران قلندر.

تسبيح پڙهي پوءِ وري زنّار بہ پاتئي،
سمجهڻ کان گهڻو آ مٿي عرفان قلندر

قرأئت تان سندءِ حفظ تان اي صاحبِ ايمان،
قربان لکين حافظِ قرآن قلندر.

غوّاص آهين بحرِ تصوف جو پلارا،
عُرفا جي سلطنت جو تون سلطان قلندر.

فقراءَ سندءِ ياد کي سمجهي ٿو عبادت،
تون سرمد و منصور جو اعلان قلندر.

ايران ۽ افغان رڳو هند بہ ناهي،
عالم هي سڄو فيض جو خواهان قلندر

يڪتا تون جلالت ۾ خودي جو تون شناور،
تون 'مظهرِ' اوجِ بقا ذيشان قلندر.

# حضرت عثمان مروندي

## عبدالله اثر

سنواريو سنڌ کي تو حضرتِ عثمان مروندي،
ورهائي تو اچي هت دولتِ عرفان مروندي.

ادا گل، ناز گل، انداز گل، رفتار گل تنهنجا،
ترئين گل تي تون بحرِ عشق ۾ هر آن مروندي.

زمين کان آسمان ڏي ويو ڪٽي جبريل هي نياپو
تہ فاتح ٿيو دلين جي ملڪ جو سلطان مروندي.

خدا جي حڪم سان عيسيٰ نفس بنجي هتي آئين،
پئي تنهنجي ڪري مرده دلين ۾ جان مروندي.

ڪيا پيدا اچي تو هت هزارين نينهن جا نانگا،
نرالو آهي تنهنجي عاشقي جو شان مروندي.

خدا کان نوُر وحدت جو مليو توکي خدائي ۾،
دوئي تي دوُر زهدِ خشڪ ٿيو حيران مروندي.

چوي ڪو 'قُم بِاِذنِي' يا پڪاري 'قُم بِاِذنِ اللهُ'
نظر تنهنجي ۾ هڪ آ يار جو الحان مروندي.

مِليا مقصد جا موتي دين جي دريا منجهان توکي،
کئي حاصل تو بيشڪ حڪمتِ قرآن مروندي.

ھتيون تنھنجون پري ڪوئي پتائي ڪو سچل تي ويو
تو ڪائي رشڪ سيوهڻ تي سدا ملتان مروندي.

مليو خيبر شڪن جو زور بازو توکي ورثي ۾،
پيو لرزش ۾ توکان ڪفر جو ايوان مروندي.

حُسينيت جو مظهر آهين تسليم و رضا ۾ تون،
نباهي ڪربلا، ماري وئين ميدان مروندي.

جي نڪتيون فرش تنهنجي تان دعائون عرش تي پهتيون،
اجابت تي ٿئي تن جي مٿان قربان مروندي.

نہ ڏيپ آ سنڌ ڪي، سنڌي زبان ڪي، سنڌ وارن ڪي،
دعا تنهنجي سان هوندو شاد پاڪستان مروندي.

سنڌءِ در تي عقيدت جي گلن جي تو ڪيان ورڪا،
'اثر' کي فيض ءِ بخشش جو ملي ڪو دان مروندي.

# غزليات قلندر

## (منظوم سنڌي ترجمو)

## اجمل بيگ قليچ بيگ مرزا

ز عشقِ دوست ہر ساعت درونِ نار می رقصم،

رهان ٿو عشق ۾ هردم دورنِ نار مان رقصان،
ڪڏهن ٿيان خاڪ ۾ غلطان، ڪڏهن برخار مان رقصان.

ٿيس مان عشق ۾ رُسوا، اچي ڏس تون بہ اي زاهد،
نہ ٿم خواري جو خوف، آهيان سرِ بازار مان رقصان.

هلي آ مطربِ ساقي! ڇڏي پنهنجو سماع شوق،
خوشيءَ ۾ وصل جي آهيان قلندر وار مان رقصان.

پڇي مخلوق ٿي مون کان تہ رقصان آهين ڇو اهڙو؟
رهان ٿو دل جي اسرارن ڪنان هر بار مان رقصان.

ڪري مرَ خلق مون تي پئي ملامت ان سبب هردم،
مگر ٿم فخر ان تي ئي جو پيشِ يار مان رقصان.

هي خرقو توکي پهرايان، جي تون اي يار! ٿين صوفي،
ڳچيءَ پائي جٽيو آهيان ڪنان ديدار مان رقصان.

رکي 'عثمان مروندي' آهي 'منصور' سان ياري،
ملامت جو نہ خوف آهي، آهيان بردار مان رقصان.

(2)

## رسيدم من بدريائی که موجش آدمی خوارست

***

ڏٺو مون بحر هڪ، هر موج جنهن جي آدمي خوار آهي،
نڪو ٻيڙو نڪو ڪاري جو ڪيڙو هي عجب ڪار آهي.

شريعت اُن جي ڪشتي ۽ طريقت بادبان ان جو
حقيقت ان جو لنگر آهي، راهِ فقر دشوار آهي.

ڏٺس، پاڻي جڏهن ان بحر جو خوني نظر آيم،
چيم دل ۾، ڏچين چو ٿو؟ جو لنگهڻو ان مان لاچار آهي.

ٻڌم آواز حق جو: ڇا؟ نه توکي جان پياري آهي،
انهي دريا ۾ مشتاقن جي جان ۽ دل نگونسار آهي.

وراڻيو مون ته توبن جان گهڙان ٿو مان ٻڏي سندرو
ڏچان ڇا لاءِ واڳن کان؟ جتي گل آ، اتي خار آهي.

اڙي 'عثمان!' پنهنجو راز ڏي تون رازدارن کي،
ته حاصل توکي ٿئي ياري، جهان ۾ جمع اغيار آهي.

# مئخانا قلندر جا

## احمد خان آصف مصراڻي

شرابِ عشق سان ٽمٽار مئخانا قلندر جا،
ملن ٿا عاشقن کي پُر ٿي پئمانا قلندر جا.

قطب ۽ غوث ۽ ابدال ۽ اوتاد افضل، پَر،
خدا وٽ مرتبا آهن جدا ڳانا قلندر جا.

ڪري شهباز جيئن پرواز پهچي عرش اعظم تي،
اُتان ٿيا لامڪان ۾ سير روزانا قلندر جا.

قلندر جي ڪرم ۽ فيض جون شمعون فروزان ٿيون،
اچن ڇڪجيو ٿا سالون سال پروانا قلندر جا.

ڏئي ٿو: ’ارمغانِ معرفت ۽ تحفئہِ مستي‘،
اهي انعام ۽ اڪرام شاهانا قلندر جا.

مچي ميلو ٿئي ميلو ڪچن مينديون ڌمالن سان،
نچن ٿا نازمان نانگا ۽ مستانا قلندر جا.

سندن ديوانگي ۾ آهہ دانائي ئي دانائي،
ٿيا عاقل ۽ دانا مست ديوانا قلندر جا.

مڪي مان تسبيحون حاجي سڳورا حبّ سان آڻن،
غلامانِ قلندر ٿا ولن ڳانا قلندر جا.

مريضانِ محبت کي ملي ’آصف‘ هتي دارون،
چون ٿا جن کي ڪافيون سي شفاخانا قلندر جا.

# لالئون لال قلندر لال

## محمد خان 'مجيدي' سجاولي

سيوهڻ ۾ شهباز قلندر، لالئون لال قلندر لال،
سيوهڻ جو مَٽ سيوهڻ ان جو مور نہ مُلڪن منجهہ مثال.

لال جي بستي، لال جو ديرو لال جو مسڪن، لال ديار،
لال جو نہ گهر، لال جي گادي، لال جو شاهي باغ بحال.

چوڏهين جون چمڪاٽون لاٽون، نور جون چالون ڪن ٽيون ڇاٽ،
وہ وہ جڳمڳ جالارون جنساريون، جلوو جوت جمال.

تهذيبن جو مرڪز سيوهڻ، تهذيبن جو هن تي تاج،
تهذيبون هِت نپجن پلجن، تهذيبون ڪن نام نهال.

راڳ رهاٽيون، رنگ رسيلا ساز سريلا سيوهڻ منجهہ،
ڇم ڇم ڇمڪو ڇيريون پيريون، ڏڙ ڏڙ ڏاڪو ڏوم ڏمال.

دولت ايماني جو خزانو دل جو هِت آرام سڪون،
سڪ جي سودي، سودڻ وارا، موتين سان ٿيا مالا مال.

واديون، گاديون، آباديون هت، شاديون شاديون شوق شڪار،
منڇر جا پُر ڪيف نظارا، سنڌوءَ جون هت ڇوليون ڇال.

آرامي هن شهر ۾ آهي، سنڌ جو روحاني اڳواڻ،
پهچن هت پينار هزارين، اگهجن اگهجن روز سوال.

تاج فضيلت شهرن جو هن، شهر جي سر تي سونهي يار،
جنسي جنت جو هي ٽڪرو، اعليٰ هن جو ٿيو اقبال.

سيوهڻ آهي سنڌ جو مرڪز، سنڌ جي دل ۽ سنڌ جو ساهه،
سنڌ جي عظمت، حرمت وارو، سيوهڻ سان ٿو ڀيرجي خ ال.

روزانو هِت ميلا م يلا، مهيني مهيني ميلا جام،
ميلا ميلا روح جا ريلا، عيدون عيدون سارو سال.

آيا آيا ايندا رهندا، پڙ ۾ پانڌي لک هزار،
ميڙي سيڙي ميڙيندا سي، ماڻڪ موتي هيرا لال.

پيدا ٿيا هت عامل، ڪامل، عالم، سالم، پير فقير،
نالو تن جو روشن جڳ ۾، جاري تن جي قيل مقال.

عاشق هت، معشوق هتي، مجذوب هتي، هت مست ملنگ،
صوفي صاف صفائي وارا، عارف، عابد، هت ابدال.

ورد وظيفو ’تون ئي تون‘ جو مولا مرسل جي هت ٻ‘ت،
ڀاڳن وارو شهر ڀلارو ڀال ڀلايون هن ۾ ڀال.

شوڪت ۾ سيوهڻ جي فقيري، شاهي ڪان صد بار وڏيڪ،
حاڪم حڪمت وارا ڪيئي، حال وڃائي ٿيا بي حال.

شهر جي نقش نگاري عمدي، واه قدامت ۽ تاريخ،
شهرت واري شهر جو مولي، شان وڏائي دائم شال.

رنگارنگي شهر ۾ آهن، رنگ برنگي تقريبات،
ڪوچي ڪوچي منجهه ڪچهريون، ڪوچي ڪوچي منجهه قوال.

لال جي در تي، لال ڪي پرتي، لال جي هي مخصوص زمين،
طاقت وارا ٽٽجي نِڪتا، ناهِه سڪندر جي ٻه مجال.

سيوهڻ ۾ اڄ اوسو پاسو پورب پڇم پوري سنڌ،
سيوهڻ ۾ هر ديس وسي ٿو سڪر، سبي، ساهيوال.

تنهنجو سيوهڻ منهنجو سيوهڻ هن جا عقيدتمند هزار،
هن سان سڀ جو ناتو ڪاتو نينهن جون نايون قرب ڪمال.

وه وه پهريدار پرينءَ جو پل پل پهري تي هالار،
چوڪا چهرا، چوڪي چُرپُر، چوڪي گاج، اڙل جي چال.

مِزر 'مجيدي' سنڌ سموري، ٿيندي سيوهڻ مان سيراب،
لال جي مِتي ڪُنٽي ناهي، جر وهي ٿو جنهن ۾ جال.

# درسِ قلندر

## دوست محمد ساجد سرشاري

اي قلندر لال جا عاشق اي مستانہ سچا،
اي قلندر لال جا شيدائي ديوانہ سچا.
ڇا قلندر جي تو عملي زندگيءَ تي ڪئي نظر؟
ڇا قبوليو تنهنجي دل درسِ قلندر جو اثر.

جيئن قلندر پاڻ هو ڀهرين تون ان جهڙو تہ ٿي،
پوءِ پيلي عشقِ قلندر جي تون دعويٰ ڪر وڃي.

جي خبر توکي نہ آهي، ڪا، تہ مون کان پڇ اچي،
تون قلندر سان نڀاءِ ائين پنهنجي دوستي.

جيئن قلندر آدميت جو علمبردار هو
جيئن قلندر امنِ عالم جو ڪيو پرچار هو.

جيئن قلندر اهلِ عالم کي ڏنو درسِ خودي،
جيئن قلندر مرده مظلومن کي بخشي زندگي.

جيئن قلندر عزمءِ استقلال جو پيڪر هيو
جيئن قلندر طالبانِ امن جو رهبر هيو.

جيئن قلندر خوش بيان، خوش خُلق، خوش اطوار هو،
جيئن قلندر عالي ڪردار و بلند افڪار هو.

جيئن قلندر لال هو شيرين زبان شيرين ڪلام،
جيئن قلندر آدميّت کي عطا ڪيو احترام.

جيئن قلندر ظالمن جي لئي تکي تلوار هو
جيئن قلندر غمزدن جو همغم ۽ غمخوار هو.

جيئن قلندر ظالمن جو ميٽيو نام و نشان،
جيئن قلندر بي ڪسن کي بخشيو امن و امان.

جيئن قلندر حقّ جي لاءِ هو تيو سيني سپر،
جيئن قلندر زورِ باطل کي ڪيو زير و زبر.

جيئن قلندر قاهرن جي سر تي ڪڙڪيو قهر تي،
جيئن قلندر لال محڪومن لئي آيو مهر تي.

جيئن قلندر مردِ ميدان ڪان پري هئي ڪاهلي،
جيئن قلندر حق گو جي ويجهو نہ آئي بزدلي.

جيئن قلندر مستيءِ انسانيت ۾ مست هو
جيئن قلندر حق جي لئي هر وقت چابڪدست هو.

جيئن قلندر جو پيامِ امن عالمگير هو
جيئن قلندر ظلمتن ۾ آس جي تنوير هو.

جيئن قلندر حاميءِ مظلوم تي پڙ ۾ تپيو
جيئن قلندر قوتِ طاغوت کي پرواز ڪيو.

جيئن قلندر بغض ۽ نفرت کان هو ڪوهين پري،
جيئن قلندر قُرب و الفت پيار جو تو دم ڀري.

جيئن قلندر دل ۾ دارون درد آدم ذات جو
جيئن قلندر انت آندو فرقہ و طبقات جو.

جيئن قلندر ٻوڙيون قلزم ۾ تفرقہ بنديون،
جيئن قلندر پِرت جون سبڪاريون پابنديون.

جيئن قلندر جي وٽي تي عام ڪي عواميت،
جيئن قلندر لال هو پيغمبرِ انسانيت.

جيئن قلندر ختم ڪيون پابنديون ناشاديون،
جيئن قلندر آنديون محڪوم لئي آزاديون.

جيئن قلندر خود فدا هو پختگي ۽ عزم جو
جيئن قلندر شير هڪ جهڙو هو بزم ۽ رزم جو.

هي قلندر جي حياتي جو هو مقصود و عمل،
فڪر و نظريہ ۽ قلندر جو هي آهي ماحصل.

اي جوانو! تيئن هم فڪرِ قلندر تي وڃو
تيئن اوهان انسانيت جي شهر جو ٺر تي وڃو.

هن حقيقت تي اوهان ڪجهہ غور ڪريو دوستو
ڇا؟ ڪڏهن سطحي محبت مان وريو آ دوستو؟.

ان ڪري ئي لال آهي بي مثال و بي بدل،
جو عمل تيو خود قلندر، خود قلندر تيو عمل.

تون پريشان ڇو ٿو ٿين ۽ ڇو ٿو ٿين تون مضمحل،
اُٺ قلندر لال وانگر باعمل ٿي باعمل.

تون بہ اي 'ساجد' فدا ۽ خادمِ جمهور ٿي،
شهبازي شان ڏاري حقّ ٿي مسرور ٿي.

# تضمين بر غزل قلندر

## قطب الدين 'تاب' اوستو

محبت جي خبر کهڙي ٻڌايان توکي اي همدم،
وفورِ شوق کان آهن پريشان دل، اکيون پُرنم،
هي شعر آهي قلندر لعل جو وردِ زبان هردم.

ز عشقِ دوست هرساعت درونِ نار مى رقصم،
گهى بر خاک مى غلطم گهى بر بار مى رقصم.

جنون جو جوش آهي ۽ پريشان دل ۾ آهين تون،
ٿيا سڀ زيب چشمِ تر جگر جا قصر هائي خون،
اڇي تون ڏس تہ جانان پنهنجو ديوانو تهِ گردون،
شدم بدنام از عشقش بيا اى پيار من اکنون،
نمى ترسم ز رسوائى سرِ بازار مى رقصم.

انهن جو شان آهي ٿيا جي رازِ عشق جا محرم،
فرازِ دار تي فائز ۽ گردن ۾ رسو پُرخم،
چون چريو بہ مون کي تہ بہ تنهنجو ناهي کوئي غم.
مسم 'عثمان' مروندى که يارِخواجه منصورم،
ملامت مى کند خلقے که من برادر مى رقصم.

فــنـــا فــي الله ۾ حـــاصــل وصـــال الله تـيـــو هـــر دم،
بــنـــا بـــالله ۾ رخشـــان، كـــمـــال الله تـيـــو هـــر دم
تــعـــالــيٰ الله عـــيـــان نـــورِ جـــمـــال الله تـيـــو هـــر دم.

من آن درم كه در بحرِ جلال الله بودستم،
بكوهِ طور با موسىٰ كليم الله بودستم.

رهــيــس جــنــت ۾ آدم ســان مــان دؤرِ دهــر كــان بــرتــر،
دمِ طــوفــان هــيــس هــمــدوش حضــرتِ نــوح پــيــغــمــبــر،
كــلــيــم الله ســان گــڏ مــون ڏٺــو هــر جــلــوه انــور.

باسماعيل پيغمبر، بابراهيم بن آزر،
در آن سر وقت قربانی به قربان گاه بودستم.

انــهــي حســنِ ازل ســان رک تــعــلــق پــنــهــنــجــو اي هــمــدم،
جــهــان جــي هــن فــريــبِ رنــگ و بــو كــان رهــ ســدا بــي غــم،
نــہ هــڻ هــن عــمــرِ فــانــي تــي اي غــافــل "تــاب" كــوئــي دم.

ايا عثمان مروندی چرا مستی درين عالم،
بجُز مستی و مدہوشی، دگر چیزی نه دانستم.

# قلندرانه مستيءَ جو مقام

## غازي خان "نشتر" ناٿن شاهي

اي مردِ جهان ديد و جهاندار قلندر،
هر راز کان واقف ۽ خبردار قلندر،
اي مملڪتِ دل جا نگهدار قلندر.

هر راز جو مخفي، تو رهي ان کان تون آگاهه،
اي حلقءِ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهه!

'تبريز' ۽ 'بسطامي' ۽ 'منصور' جلالي،
سي محفلِ فقراءِ قلندر جا قوالي،
بدلِي تي قضا جن، سي سنڌءِ در جا سوالي،

هر فيض جو درياءُ تي آ تنهنجي ئي درگاهه،
اي حلقءِ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهه!

هر ڪنهن جي ئي انجام ۾ تئي تنهنجو تو آغاز،
جهڙو آ اول تهڙوئي آخر آهي ممتاز،
هر لمحي ۾ آهي ڪو حقيقت جو رکيل راز.

بس راز سنڌءِ آهه تيئو رازِ اِلا الله
اي حلقءِ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهه!

صد ڪرب و بلا تنهنجي گريبان جي نزاڪت،
تي فخر ڪري توتي شهادت ۽ حسينيت،
۽ شرم ۾ گردن تي جهڪائي بہ يزيديت.

مومن جي مقامات ۾ وڏ تنهنجو مقام آهہ،
اي حلقہءِ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهہ!

۽ ستن جي عقيدي کي تہ ڪي ڪفر چون ٿا،
مجذوب جي خاموشي وري مڪر چون ٿا،
الله جي فقراءَ تي بهتان مڙهن ٿا.

دراصل تہ مستن کي ريجهائي ٿو خزد الله،
اي حلقہءِ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهہ!

مستن تہ حقيقت ۾ خدا کي آ سڃاتو
'منصور' سرِ دار انالحق آ پڪاريو
'شهباز' ڪري رقص، ڪنڌن تي هي پڌايو.

مستيءَ ۾ چون مست ٿا الله کي الله،
اي حلقہءِ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهہ!

مستيءَ جا مقامات بہ مستن کان پڇي ڪو
ادراڪ و تسلسل تہ گهٽو هيٺ رهي ٿو
صد اهلِ خرد، مست گريبان ۾ ڏري ويو.

مستي ئي خرد کي تہ ڏنو اوڄ بفا آهہ
اي حلقۂ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهہ!

اي رشتۂ شهباز پيمبر سان ملي ٿو
قربت ۾ برادر ۾ تہ حيدر سان ملي ٿو
حسنين سان' 'شبير' سان 'شبر' سان ملي ٿو

'نشتر' هي سراپا آهي 'پنجن' جي نظر گاهہ
اي حلقۂ 'منصور' ۽ 'سرمد' جا شهنشاهہ!

# قلندر لعل سيوهاڻي

## حسين بخش "خادم"

سگهو ٿي سِير ۾ ساڻِي، قلندر لعل سيوهاڻي،
حقيقت حال ٿو ڄاڻي، قلندر لعل سيوهاڻي.

وسيلن بي وسيلو ڪيو وسيلو وير تنهنجو آ،
نہ هادي دير ڪر هاڻي، قلندر لعل سيوهاڻي.

نڪو ترهو نڪا سيڙهہ، نڪي ويجهو ملاح آهي،
رڳو چؤطرف آ پاڻي، قلندر لعل سيوهاڻي.

اهو ئي بوترابي تون، اهو ئي سر علي ساڳيو
مان پورهيت تنهنجي پارياڻِي، قلندر لعل سيوهاڻي.

عزيزن دوستن يارن ۽ خويشن هٿ ڪڍيا مون مان،
دکي دل آهہ دکياڻي، قلندر لعل سيوهاڻي.

فقط بينل حو آسيڪو ڪِرئي جو ڪير ڪونهي ڪو
اي سيّد ٿي سگهو ساڻِي، قلندر لعل سيوهاڻي.

ويس مان راهہ ۾ رُلجي، پري ٿيو ڪاروان مون کان،
سگهو رهبر ڏي سمجهاڻي، قلندر لعل سيوهاڻي.

نڪي هٿ ۾ نڪي هڙ ۾، نڪا حُجت نڪا واهر،
هي جهولي ٿي فقيراڻِي، قلندر لعل سيوهاڻي.

اگر قسمت قِتل آهي تہ ان کي هر طرح ٿاهيو
اٿوَ پرتل ڪِڪي ڪاڻِي، قلندر لعل سيوهاڻي.

ڪئي آ التجا 'خادم' مقدر مير بدلايو
پرين سان ڪر ڪا پرچاڻي، قلندر لعل سيوهاڻي.

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجِيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)